بولچند جلد اچي ڪتا ڪري ته منهنجا پلؤ آجا تين؛ چاڪاڻ
ته سندس سنئي ڪتا جي ڪري ست سنگي ڪيس گهٽي
اُبما ڏيندا هوا جا ڳالهه ڪيس اڻ وڻندڙ لڳندي هئي.
ليٺ چاڪ تيڻ ڪانپوء ڊاڪٽر بولچند ست سنگ ۾ آيو.
هو اُهيء مهل آيو جنهن مهل سري پوڏ راج جي ڪتا
چالو هئي. جڏهين هن جي اليؤ سان پريل ۽ دل کي
موهيندڙ ڪتا ٻڌائين تڏهين پرسن ٿي سري پوڏ راج
کي چيائين ته منهنجي پڙ اوستا آهي ۽ سر ۾ هاڻي گهڻو
ڪري نيڪ لٿو رهي ۽ توهانجي ڪتا ۾ رس نه آهي،
لنهن ڪري اڳتي لاء هن شيء ڪاريه جي شيوا اوهين
پاڻ تي کڻو. ست سنگين جي ته دل وڻان اها ڳالهه هئي
تن نه ڪيس چوڻ ۾ ڪونه گهٽايو. سري پوڏ راج ڊاڪٽر
بولچند کي آيل ڏسي سمجهيو ته پگوان منهنجي ٻڌي
آهي؛ هاڻي منهنجي جند اُوس ڇٽندي. پر وچان ئي ٻي
ڳالهه ڏسي هن تنگ ڇانڻ لاء گهٽائي واجهه وڌا پر ستسنگي
ڪيس ڪٿي تا ڇڏين. ست سنگين جو اينرو پرير ڏسي
هن نه سندن چوڻ مو ٽائڻ نيڪ نه سمجهيو ۽ هاڻي ڏهاڙي
ڪتا ڪرڻ لڳو. پر هن نه ست سنگين کي وينتي ڪري
چڏي ته ڪرپا ڪري منهنجي ڪابه وڏائي نه ڪجو،
آءٌ توهان جو لنڍو پاءُ آهيان ۽ هيء توهانجي شيوا ڪري
رهيو آهيان.

هڪ پيري ڪن پريمي ست سنگين کي پراُپڪار
جي ڀاونا سان ويچار اُٿيو ته ست سري ١٠٨ سوامي

نڪري کلي ڪيترو به جتن ڪري نه مان پرلِيل
رهان پر مجهس جڏهين سوڀيا ۽ سگهندي پرجن ليون
لڏهين پاڻ کان ٻاٽيهي کليو پوي الوا جن پکي تل ليڻ
لي سندس سگهند اندر نئي سمائجي پر ڏوڪيو ٻاهر لڪربو
اچي نئن سري پوڙراج پنهن جي مٺيا کي پڇهو رکڻ جو
جتن ڪندي به پڇهو رکي نه سگهيو.

ڀڳت ڪري پاتال پر پرگهٽ ٿوءِ آڪاس،
رجب تينون لوڪ پر ڇپي نه ٿرڪا داس.

هن جو پرمالر پر پر جو دڪيل دوبهون اچ جوالا جي
روپ پر پرڪاشمان ليو. پن ماٺين کي ڪٻڙي سڌ نه
هيءَ راڻين جون راليون جاڳي جالب جو جوڳ پيو پيائي.
ڊاڪٽر بولچند جي نه اچڻ ڪري هيءَ ڪجهه ڏينهن
سالدهه ڪتا ڪندو رهيو. ڪتا مان رس ۽ آنند اچڻ
ڪري سڀ سنگي جن پوءِ لئن وبا وڌندا ۽ سڀ سنگين
جي هردي پر هن لاءِ شرڌا ۽ سڪ اُپن ٿيندي وئي.
پلا حتي ڪل آهن آلي پونر ٻاٽيهي لا اچن؟ الوا جيهن
جاءِ لي سون ۽ روپي جون ڪاٺيون آهن آلي ٿن چاهيندڙ
پاڻ کان ٻاٽيهي ڪهي لا اچن؟ ڏار ڏار ڏينهن لي الڳه
الڳه وشين لي اڙيون نه سندو ۽ رس دايڪ ڪتائون
ڪيائين جو سڀ ستسنگي اُئين پيا چاهيندا هوا نه سري
٥٠٠ڏراج ني ڪتا ڪندو رهي نه ڏاڻ وسلو. هوڏانهن
ٻ پوڙراج جي چاهنا هولدي هئي نه ڪئي ڊاڪٽر

ٻالي مل وارن جي ڪوٺيءَ لي ٽيندڙ هو ۽ ڪتا ديوان ٻولچند پدواٽي ڏندن جو ڊاڪٽر ڪندو هو. هڪ ڀيري ڊاڪٽر ٻولچند بيمار ٿي پيو ۽ ڪتا ڪوٺ اچي سگهيو. ست سنگي پاڻ ۾ ويچار ڪرڻ لڳا ته ڪتا ڪرڻ لي ڪنهن کي وهارجي. ليڪ هن ڀيرو جوان سري ٻودراج جي منهن ۾ مٽيا ڏسي ۽ لياقت سمجهي هنن ڪيس ڪتا ڪرڻ لاءِ ٻرٻرنا ڪئي. سري ٻودراج چيو ته مون کان گهٽيئي وڏا ۽ ٻوگيه ست سنگي آهن اُنهن مان ڪنهن کي ڪرپا ڪري وهاريو. پر ست سنگين ورڻي ٻه مٿس زور ڀريو. هن سنگت جي ورڻي چوڻ کي مان ڏيئي ڪتا ڪرڻ سويڪار ڪئي. اُنهيءَ سمي سندس آيو ۱۹ ورهيه کن مس هئي. هن لنڍي جوان کي ٻهريون ڀيرو ڪتا ڪندو ڏسي سيٺئي ٻوري ڏيان سان ڪيس ٻڌڻ لڳا. ڪنهن ٿي سمجهيو ته هن جوان جي اندر ڪو ايترو اپوريل هوندو؟ ڪتا ڪين هئي جڻ اوندهه مان سوجهري ڏي وني وڃڻ وارو ديپڪ هو. اُلجي سڻڻ سان ستل دليون ننڊ مان جاڳڻ لڳيون، ٽتل رڏن کي ٿار اچڻ لڳو، ٻڌندڙن جا ڪپاٽ کلي پيا ۽ آسچرڄ سان هن ڏانهن نهارڻ لڳا.

هو سندس واٽي ۾ ڪو اَمرت ڀريل،
جو ٻڌڻ سان ٿي مٽيو من جو خلل؛
هئي آپياسين کي اُتاريندڙ ڪتا،
گيان جي ٿنهن ۾ هئي جوتي جڳيل.

کولي نرئۃ کيائون جو هڏ لڏڙ الين سمجهي رهيا هوا ڌ
اسين برهم جو ساکيات درشن کري رهيا آهيون.

پوري گور کا سُن اُپديش،
پار بـرهـم نکٽ کر پيکر.
(گورو گرنٿ صاحب)

پرمي پنئگ سري بوڏراج جڏهن ڪٽا ٻڌي رهيو
هو لڏهن کيس اهڙي ڌ مؤج آئي جو سرير ڏان ٻي سڌ
لي وپو ۽ کٽا جي سماپت ٿيڻ جي ٻ کيس سمڪ ڌ
رهي. لبت کيس سجاڳ ڪيو ويو جنهن لي سندس مکه
مان هي وچن لڪتا "مڻن پي اَئسا هوگا". اُهيءَ مهل
سندس پرسان راء صاحب ديوان کرمچند لبلارام هنگوراڻي
رٽائرڊ ايڊوڪيشنل انسپيڪٽر ان سنڌ ويٺو هو. هن
سندس اهي اکر ٻڌي کيس چيو ڌ "اي پرمي! پنهنجا
اکر ياد رکج ۽ متان ڀلائي ڇڏين." هن وڏي جي اگيان
لم وچان ڪچيو کين ۽ لماڻائيءَ ۾ ڪنڌ کڻي ڇمت
کيائين. پر اڳتي هلي ڏسڻ ۾ ايندو ڌ ڪٿن ڌ اهي
وچن اکر ٻ اکر سچا سڌ کري ڏيکاريائين. جڏهين سمه
سري ١٠٨ سوامي پرمالند صاحب جن کي هن ڳالهه جي
سڌ پيئي لڏهين هو ڏاڍو پرسن ٿيا.

جٿن اڳي ٻڌايو ويو آهي لٿن سمه سري ١٠٨ سوامي
پرمالند صاحب جن جي پرپت ٻ سمه سنگه لمه ليرسان
... سال ١٩١٥ع ۾ سمه سنگه ٻاني ستراماداس

# آڀياس ۽ اُنتي

سدائين گلزار گورمُکه رهي گيان سين،
ڪڍيائين ڪلپت سان وِڌ نِڪيد وهنوار؛
سمر ڏنائين سڀ ۾ ساکي سرجنهار،
لنوَ لنوَ اونڪار ساهي جبي زبان سان.

ست سنگين جي پريم ۽ سڪ پري ڪشش تي ست سري ۱۰۸ سوامي پرمانند صاحب جن سال ۾ ڪڏهين هڪ ڀيرو ڪڏهين ٻه ڀيرا حيدراباد سنڌ ۾ پنهنجا سدورا چرن گهمائيندا هوا. اُنهيءَ سمي ايڪ پريمي ڪتان ڪتان ڪهي اچي سندن وچن روپي اَمرت پي پنهنجي تن من جا روڳ مٽائيندا هوا. سري ٻوڏراج پنهن جي پاڙيسرين کي گهرن ۾ وچي پڌائيندو هو ته سري ۱۰۸ ستگورو ديو جن پڌاريا آهن. اوهين سويل ئي گهر جي ڪمن کان واندا ٿي هلي گورن جي اَمرت روپي واڻي ستو.

هڪ ڀيري جي وارتا آهي ته ست سري ۱۰۸ سوامي پرمانند صاحب جن برهم گيان جي وشيه تي ڪٿا پئي ڪيئو. برهم جو سروپ درشنائن ۽ پرماڻن سان اهڙو ته

جي ڀرڻ ۽ گهرجائن جي گهرجن پورين ڪرڻ ۾ لڳائيندو هو. پاڻ پنهنجي رهڻي سادي رکندو هو.

سري پوچراج کي پرمالما جي پريم جي تار لڳي پئي هوندي هئي ۽ جو سمو بچندو هوس سو الهيءَ پاسي جي اڀياس ۾ لڳائيندو هو. لڏهين ۾ اسڪول ۾ ماسترن لوڙي چوڪرن سان ورتاءُ مهل رواجي ماڻهن وانگر هلت رکندو هو ۽ ڪو به اهڙو لمولو نه وٺندو هو جنهن مان هنن کي رلي مالر ڪرڙڪ بوي نه هنجي دل پرمالما سان لڳل آهي اتوا ڪنهن پد لي بيتل آهي. هيءَ پاڻ اهڙو جتن ڪندو هو جئن هو ڪيس پاڻ جهڙو ڪري سمدين. ڏيکاءُ ڪرڻ جي نه هو بلڪل ورڻ هولدو هو. الين ڪڏهين ڪولہ ڪيائيس جو ماڻهن جي منهن لي هڪ لمولو ۽ سندن برپٽ بيو لمولو. ڪڏهين نه ٻين جي اڳيان هنکي مهالبو قيرائڻ اتوا ابر ناهه لوء. ڪرڻي نه پيئي. سندس رهت سڌي سادي هولدي هئي ۽ جهڙو الدر لهڙو ٻاهر ورلندو هو. اسڪول کان ٻاهر ماڻ وارن سان به سندس اهاڻي ورلڻا هئي. شاه عبداللطيف صاحب پٽائيءَ جو هيئيون بيت گهڻو ڀرو هولدو هوس ۽ وري وري پيو چولدو هو.

اندر رلا رليون ٻاهر پٽ پٽولا،
انهيءَ ڀر ڪاپڙي پولي جا پولا.
ٻاهر رلا رليون اندر پٽ پٽولا،
انهيءَ ڀر ڪاپڙي خدا جا گولا.

وياکياڻ ڪندي ڪڏهين ڪڏهين سري يوڄراج جي ڪٽن جي ساراهہ ڪندو هو. هڪ پيري ساتيڪي هلت چلت تي ڳالهائيندي اچي سري يوڄراج جي شانتيءَ جي ساراهہ ۾ چڙڪيو ۽ ايترو تہ اُتساهہ سان پرچي ويو جو ڇوڪرن کي چيائين تہ ”جي ڪڏهين ساتيڪ جي ساکيات مورتي ڏسڻي اٿو تہ ڏسو ماستر يوڄراج صاحب کي. مون بہ پنهنجي جيوت ۾ ڪيترا اُتم پرش ڏٺا آهن پر جا شانتيءَ اوچ گڻ هن ۾ ڏٺا اتم سي ڪنهن ورلي ۾ هوندا“.
ديوان پريداس جيتوڻيڪ برهمو سماجي هو تڏهين بہ سري يوڄراج جي ڪٽن جي وڏائي هيڏي ساري ميڙ ۾ ڪرڻ کان رهي نہ سگهيو. پلا جا مٺيا سچ کان وڌيڪ چمڪيلي تي پيٽي ڀڪندي هوندي تنهن جي ساراهہ ڪرڻ کان ڪير پاڻکي روڪي سگهندو؟
اسڪول ۾ ماستري ڪندي پراپڪار جي پاسي هن جي چت جو لاڙو پليءَ پالت هوندو هو. جن ڇوڪرن جون في معاف ڪرڻ جون درخواستون مئنيجر صاحب سوِيڪار نہ ڪندو هو تن مان جنکي هو اَڌڪاري سمجهندو هو تن جون فيون پنهن جي کيسي مان پري چڏيندو هو ۽ اُنهن ڇوڪرن کي چوندو هو تہ لوهاڻڪي في ڏيڻي ڪانهي. گهرجائو شاگردن کي پنا، پينسلون، ڪاپيون ۽ ڪتاب بہ پاڻ وٽي ڏيندو هو. ڪن کي ڳچهہ ڳوهہ ۾ ڪپڙا لهرائي ڏيڻ کان بہ نہ گسندو هو. اهڙيءَ ريت گهار جو ڪجهہ پاڱو ڇوڪرن جي اِلهيءَ سهايتا ۽ پاڙي

ايڪالس ۾ برماما سان رهاڻيون ڪرڻ لاءِ ٻري هلبو
ويندو هو. شري ڏاڏو مل ابتدائي جو سندس هڪ
تمام ٻريمي ۽ شرڌالو ست سنگي هوندو هو ۽ ود ياليه
اسڪول ۾ سائنس گڏ ماستر هو سو اهڙن ڏينهن ۾ سائنس
گهٽو ڪري گڏجي ويندو هو ۽ هي ٻاٻر الدر جي اڄار
۽ آلر گيان جي وارتا لاڀ ڪندا ويندا هوا. ڪنهن
ايڪالس جي هنڌ وهڻ جي جاءِ هٿ ڪري آلي ۽ ساڳي
رهاڻ واهي هلا ئبدا هوا. ٻر جهڙ ۾ سڄ جي سوجهري
جهڪي هٽڻ ڪري سري ٻوجراج جي ورلي سهجي
ٻاهر مسڪتا ڪان چڪجي الدر ڏي هلي ويندي هئي ۽
جلدي سماڌي آڪار ٿي ويندو هو. موڪل جي ڏينهن
ڪي هيءُ وڏي وقت سمجهي ٻڌهجي الثيءُ جو ٻوريءُ
رنص لاڀ وٺندو هو. سر ٻرڪ مالڪ ۽ آلمڪ واڌاري
لاءِ هر ٻرڪار جا ساڌن ساڌيندو هو. ٻرالهه ۽ سالڄهيءُ
جون ڪترلون، يوگ آسڻ ۽ ٻراڻاياما ڪرڻ ۽ آلر وچار
ڪرڻ ۽ سماڌي لڳائڻ سندس نس جو نيم هوندو هو.
ٻرمارٿ جا اوچ شاستر ۽ وئس لمولن لمولن جا هوندا
هوا جن جي اڀياس لي هو چڪو سمو ڏيندو هو.

اسڪول جا ماستر ۽ مئنيجر صاحب سري ٻوجراج
جي سٺي رهڻيءَ جي ڪري ڪيس گهڻي ٻريم سان ڏسندا
هوا ۽ آدر ڀاءُ ڪندا هوا. هيءُ ۽ انهن سان ٻريم، لمرتا
۽ ميلاپ سان ورتاءُ ڪندو هو. اسڪول جو مئنيجر راءِ بهادر
ديوان ٻريداس چوڪرن جي اسيمبليءَ ۾ ڏهاڙي جي

۾ اسڪول جو سرشتو ٺهي پوندو. ڇو ڇوڪرا به پنهنجي ڳالهه ٻان نه مڙيا ۽ الله ڏيندا رهيا. ليٽ ٻي ڪا واهه نه ڏسي لاچار سري يوجراج کي وري ساڳئي چوٿين درجي جي اي ڪلاس ۾ رکيو ويو.

جيڪي ڇوڪرا وٽاس پڙهي اڪرندا هوا تن جو پوء به چٽ ڏالهنس اهڙو ڇڪي ڏيندو هو جو جنهن به ڪيس ڏسندا هوا آئي گهٽي سڪ ۽ لڙت سان ساڻس ڳالهايا هوا ۽ پنهنجو سماچار به ڪندا هوا.

اسڪول جي مقرر مهل کان سدائين ڪجهه مدت اڳي اسڪول ۾ پهچڻ، اسڪول جي ڊيوٽيءَ ۾ هر ريت پورو رهڻ ۽ ڪلاس ۾ سورو سمو ڪم ۾ رڌل رهڻ، اهو سندس پڪو ليڪ هوندو هو. اسڪول مان ٻنا تمام ضروري ڪم جي ڪڏهين به موڪل نه وٺندو هو.

هن کي اندر ۾ پرڀوءَ جي لنوَ لڳل هوندي هئي، تنهن ڪري اسڪول جي رسيس لوڙي فري پيرئڊ (والڊ ڪاٽيءَ جو سمو) ۾ بين ماسترن وانگر ٽيچرس روم (ماسترن جي ڪوٺيءَ) ۾ ويهي اوپارين لهوارين ڳالهين ڪرڻ آئوا يت شت هٽڻ آئوا ڪل چرچي ڪرڻ ۾ سمو پورو ڪرڻ هن کي بنهه نه وڻندو هو ڇو هيءَ ٻاهر ڪنهن ايڪالت جي جاء تي اڪري ويندو هو ۽ آئي ويهي اندر ۾ ٽيون هٽڻ سان انترمکتا جو آنند وٺندو هو. جُهڙالن ڏينهن ۾ اسڪول مان سوڀل پرو موڪل ملڻ تي ڏاڍو پرسن ٿيندو هو ۽ وڻندڙ ڏينهن جي ڪري

جي ڪري اهڙو ته سائس ٻلجي ويندا هوا جو چاهيندا
هوا ته جي ٿي سگهي ته اسين هن ماستر وٽ ئي پڙهندا
رهون. هڪ پيري جي ڳالهه آهي ته اسڪول جي مئنيجر
سري يوجراج کي سندس لياقت جي ڪري ٿورن ورهين
جي اندر ئي ڪان چوٿين درجي جي اي پارٽ مان چاڙهي
پنجين درجي جي سي پارٽ جو ماستر ڪري رکيو.
جيڪي ڇوڪرا وٽائس چوٿون درجو اڳئين سال پاس
ڪري نڪتا هوا تن کي دستور موجب پنجين درجي
جي اي پارٽ ۾ ٿيابو ويو هو. هن کي جڏهن سري
يوجراج جي اِهيءَ ترقي جي سڌ پيئي تڏهن هيڊ ماستر
کي وڃي چيائون ته اسانکي ٻلاڻي ڪري پنجين اي جي
بدران سري يوجراج واري ڪلاس پنجين سي ۾ رکو.
ٻيا ڇوڪرا جن سمورو سال هن من موهن جي مٺي مرلي
ٻڌي هئي تن کي جي وري به مرلي ٻڌڻ جو وجهه ملي
ته اُنکي ڇڏين ته ڪٿان!

ٻڌي مڌر مرلي ٿيا مست جي،
ڏسي چال چستي ٿيا چست جي؛
سچي گل جي سوڀيا سگهندي ڏسي،
وڃن پوءِ ڪٿان پنهنجو دلبر ڇڏي؟

هيڊ ماستر ڇوڪرن کي چيو ته ائين ڪئن ٿي سگهندو؟
اسان توهالجي مرضي رکڻ لاءِ پنهنجا ليرو اهي ٽوڙيندا سون
ڇا؟ هن کي ٻه ٽاڪار ڪيائين جو سمجهايائين ته اِهي

الهيءَ ڳالهه کي اسانئي ڇڏيو. تنهن کان سواءِ جي ڪڏهين اسان توهان جو ڇوڪرن مڃيون ته تڏهين به وچار جي ڳالهه آهي ته ايترا سارا ڇوڪرا هڪ ماستر ڪئين پاڙهي سگهندو. الهيءَ لي کي مائٽ هيڊ ماستر جي ڳالهه مڃي ڪٽي مٿس ڇڏ يندا هوا. پر ڪيترائي ڇوڪرا لوڙي سندن مائٽ هوڏ ڀڏي پيهندا هوا ته اسانجي وٽني هر ويرو مڃيو. ليڪ ڳالهه ايستاءِ ويندي هئي جو ڪن ڇوڪرن جا مائٽ ڪليو ڪلائو ڇئي ڏيندا هوا ته جي ڪڏهين توهين اسانجي ڳالهه کي مان نه ڏيندا ته لاچار اسين ڇوڪرا توهانجي اسڪول مان اٿاري ٻي اسڪول ۾ وهار يندا سين. هيڊ ماستر هن ڳالهه مان اسڪول کي پئسي جو ڌڪ لڳندو ڏسي سياٽپ ڪري مڙي ويندو هو. الهيءَ ڪري ڇا ٿيندو هو جو سري پوڄراج جي ڪلاس ۾ ٻين ڪلاسن کان ڇوڪرا تمام وڌيڪ ٿي ويندا هوا. پر هيڊ ماستر کي اچرج الهيءَ ڳالهه جو لڳندو هو ته سري پوڄراج الهيءَ بابت ڏالهن به ڪونه ٿو ڪري بلڪ ٻڙڪ به ٻاهر ڪونه ٿو ڪڍي. الهيءَ ڪري هو پاڻيهي اوتو ڪري مي مهني پٺ لي واڌو ڇوڪرا وٺائس ڦيرائي ٻين ڪلاسن ۾ موڪلي ڏيندو هو. (اسڪولن جو اهو نيم آهي ته اپريل مهني پوءِ ڪو به ڇوڪرو ٻي ڪنهن اسڪول ۾ داخل ٿئي نه سگهي.)

ڇوڪرا جي هڪ ورهيه سري پوڄراج وٽان پڙهي ڪرندا هوا سي سندس ايڏ روپي آڪرشن شڪتيءَ

ڪرڻ جو ڪيٽو ويچار رکندو هو. تنهن ڪري ورهه ورس بابت
ڏانهن سندس تمام ڪيٽو ڌيان هوندو هو ۽ انڪري ڇوڪرن
کي جلد جلد سکيا ڏيندو هو ۽ انهي بابت مان اڄ ۽ توڙي
مان تنهان عشق جي دليل لئي ڇڳي ڏيندو هو.

هو ڪجهه وقت ودڌالي اسڪول جي ترقي ۾
هيڊ ماستر لڳي رهيو. انڪري هن کي بدلي ڪري وڏي
اسڪول ۾ آندو ويو جتي ڪيس چوٿين درجي مٿان رکيو
ويو. اسڪول جي انسپيڪٽر سندس ڪلاس جو نتيجو
ساراهه جوڳو ڏٺو هو ۽ هر ڪنهن سال کيس تمام سٺا
رپورٽ ملندا هوا. تنهن کان سواءِ ساليانا امتحان ۾ نه
چوٿين درجي جي سڀني ڇوڪرن سندس پاڳي جو نتيجو
ڏيٺو ڪري ڳوڙهه ڪتي وٺندو هو. سندس پاڙهڻي جي
اوچ ڏيکاري ۽ امتحان جي سٺي نتيجي جي ساک بڌي ۽
سندس اثر وڌڻي ۽ ڏاڍيڪ وڌڻ کي ڏسي ڇوڪرا
جي نئون درجو پاس ڪري نڪرندا هوا اهي لوڙي
سندن مائٽ انهن چاهيندا هوا ته اسان جا ڇوڪرا جولون
درجو سري پوڄراج وٽ پڙهن. انهي ۽ ڪيترا ڇوڪرا
مائٽن کان هيڊ ماستر ڏانهن چٺيون لکائي ايندا هوا ته
ڪيترن ڇوڪرن جا مائٽ پاڻ هيڊ ماستر کي اچي چوندا
هوا ته اسانکي سري پوڄراج جي پاڙهڻي ۽ وڌڻي ڏاڍي
پسند آهي، تنهنڪري اسانجي ڇوڪرن کي سندس ڪلاس
۾ وهاريو. هيڊماستر انهن کي سمجهائيندو هو ته اوهين
مهرباني ڪري اسڪول جي جوڙجڪ ڏانهن ۾ ڏيو

ماڻهپوئي منش کي ٿو خاڪ مان ڪيميا ڪري
آهه ري اِخلاق جي اِنسان پُرندن کان پري.

ٻوڪرن کي وري وري گلابي گل جو درشٽانت ڏئي سمجهائيندو هو ته جئن گل جي سرهاڻ، سولهن ۽ ڪوملتا ڏسي هرڪو منش ڏانهس ڇڪجي وڃي ٿو ۽ پرير سان هٿ پائي ڪيس سگهي ٿو ۽ پاڻ وٽ سانڍي ٿو ٻلڪ انهن گڻن جي ڪري هو ديوتائن ۽ مهاتمائن جي گچيءَ جو هار ٿئي ٿو لئن توهين به پاڻ ۾ پريم، نمرتا ۽ شيوا جا گڻ ڌارڻ ڪري پنهنجا لاڏلا ۽ گچيءَ جا هار ٿجو. جي پڙهيا ۽ ڪڙهيا نه ته ائين سمجهو ته پني پوکيو پر لٽيو ڪاله ۽ جي ڪڙهيا پر نه پڙهيا نه ته ائين سمجهو ته پني لٽيو پر اَن نه ڪاڏو. جي اوهان ۾ رهڻي آهي ته اوهين ڪٽنب، ديس ۽ جاتيءَ جي شيوا ڪري پنهنجو ۽ پنهنجي اسڪول ۽ ڪُل جو مان مٿي ڪري سگهندا. مارل پيرئڊ (نيتي سکيا جي سمي) ۾ ايڪ پرڪارن جون اُم سکيائون ڏيندو هو. جئن منجهن آگيا پالن، پل مالسائي سچائي، لهنائي، پريم، شيوا ۽ ديس ڀڳتي آدڪ گڻ اُلپن ٿين. ٻوڪرن جي سرير ڪي سگهائيءَ ڏانهن پڻ چڱو چوکو ڌيان ڏيندو هو. پاڻ چوندو هو ته چڱيلائي آهي ته ماڻهو پنهنجا لوڙي ٻئي جي ڀلائيءَ جا ڪم پورا ڪري سگهي ٿو پر بيمار ماڻهو ڪم ڪرڻ ته ڇڏيو پر ته رڳو پاڻ پيڙا ڀوڳي ٿو ٻلڪ گهروارن مٿي مائٽن ۽ مترن لاءِ به آپدا ٿجيو پوي. ٻوڪرن ۾ ڪٿرن ۽ والدين جو چاهه اُپن

اُنهيءَ ڪجهہ ڪتي ئيل هئي سو جو ڏنائين تہ سهڻ سپاءِ ماستريءَ جي آچ ئي آهي جنهن ۾ مان سوالي‌ءَ سان پنهنجي آدرش کي پهچي سگهندس ۽ جنهن هيڊ ماستر کي مان هيلتاءِ مان جي لڳاهہ سان ڏسندو آيو آهيان اُهيءَ جي ۽ ئل برس ئيندي، سو اوڏي مهل ئي هيڊ ماستر جي آڇ ڪئي سويڪار ڪيائين. ئورن ڏينهن ۾ بئنڪ جي نوڪري ڇڏي اچي ودياليہ هاءِ اسڪول ۾ ماستري ڪيائين.

سندس متر مائٽ ۽ گهٽگهرن جي چاهنا هئي تہ سري پوجراج کي روليؤ بابي ڪنهن سرڪاري کاتي ۾ نوڪري وٺائي ڏجي جنهن مان بنسو ۽ وڏيڪ ڪمائيندو ۽ مان ۽ درجو وڌندو وبندس ۽ پچاڙيءَ ۾ پينشن بہ ملندس. پر سري پوجراج سڀني کي ٻرڀر ۽ نڙت سان جيو تہ "مون کي ماستريءَ جي نوڪري سڀ کان وڌيڪ وڻي ٿي ۽ بي ڪنهن نوڪريءَ ڪرڻ جو مولکي وبچار ڪرلهي، لنهن ڪري منهنجي لاءِ ڪو اُدم تہ ڪندا."

سري پوجراج ماستري ڪرڻ لڳو ۽ پنهنجي ڪلاس ۾ اهڙو تہ سندر انتظام رکيائين ۽ ڇوڪرن کي پيار ۽ ميناج سان اهڙو تہ وس ڪئي ڪيائين جو بيا جهونا ماستر بہ سندس ساراهہ ڪرڻ لڳا. سندس سالوڪ سڀاءَ جي ڪري ڇوڪرا ڪڏهين بہ اهڙو لمولو تہ هليا جو ڪنهن کي لڪڻ هٿڻ بابيءَ رهت مارڻ جو ڪيس سڀ ملي. پاڙهٺيءَ جي اهڙي تہ اُنوکي انڪل هيس جو ڏکيا ۽

# پرورت جو پسارو

جنهن کي سچ پلي سامي ڏنو ستگوروءَ،
سو رهي اليپ جڳت ۾ ڪوڙي ملڪ ملي؛
ساکي جاڻي سپ ۾ بنا چاهہ چلي،
جڻن جهاز هلي ڏروهہ تاري جي ٿيوءَ تي.

سري يوجراج سال ۱۹۱۳ ۾ جڏهين ۱۷ ورهين جو هو تڏهين ممبئي يونيورسٽيءَ جو مئٽرڪ امتحان پاس ڪيائين. پنهنجي پوڄيءَ ۽ مٺڙي ماتا جي آگيا کي ڏيان ۾ رکي هن وڌيڪ ودِيا وٺڻ ليڪ نہ سمجهيو ۽ اِن بابت سنڪلپ ٿي لاهي ڇڏيو. هيڪي جو ستگور ديو مهاراج جن کان مها منتر مليو هو اُنجي ڪمائي ۽ برهم وديا جي اڀياس ڪرڻ جو هن پڪو ارادو ڪيو. پلا هيڪي نہ هو سچو امتحان پاس ڪرڻو جنهن جي پاس ڪرڻ پڄاڻا پيو ڪو بہ امتحان نہ رهي.

آهي علم آڪري عشق ۾ رڪاوٽ،
نہ هرگز ڪري دور دل جي ٿڪاوٽ
علم سو سچو جو پسائي پريتم،
ٽٽي بند هستان ساري مٽا ست.

ماں ڦيرائي ٻوڌ راج رکيو جنهن جو اَرٿ آهي ”گيان جو راجا“. هو به سچ پچ ائين. ڀلا جنهن لي ستگوروءَ جي ڪرپا ٿئي ٿي سو ڇا ٿو ٿي سگهي؟ پورن گورن نيڪ ڇيو آهي.

چار ڪي پتري پرم گت پائي،
نانڪ جاهم سنت سهائي.

(گورو گرنٿ صاحب)

اها ستگوروءَ جي ڪرپا آهي جا شش کي ايڪ وشين روپي لالڪن جي ڏالڪن کان ڇڏائي ٿي. اها ستگوروءَ جي ڪرپا آهي جا هردي جي اندر پرماتم پريم جو درياه وهائي ٿي. اها ستگوروءَ جي ڪرپا آهي جا ڪن برمن کي سماڌيءَ جي موج ولائي ٿي ۽ الحد جو سرِيلو ساز ٻڌائي ٿي. اها ستگوروءَ جي ڪرپا آهي جا شش جا سڀ ڪليش ڪاٽي جنم مرڻ جي ڦيري کان ڇڏائي ٿي. ستگورو آهي ڪرشن ۽ شش آهي مرلي. جهڙي ستگورو مرليءَ ۾ ڦوڪ ڦوڪي ٿو اهڙو آلاپ لکري ٿو. ستگور جي ڪرپا جي وڏائي ڪير لکي اتوا ڪير ڳائي سگهي؟ سو اچ ستگوروءَ جي ڪرپا سان سري ٻوڌ راج گيان جا راجا ٿيا ۽ ان ۾ آسڇرنه ئي ڪهڙو!



منهن جي مٺا ۽ من جي اوستا ڪجهه اور ئي ڏسڻ ۾ آئي. لڙاڙ مان ٻرندڙ جي ديڪ جي جوت وڌيڪ ٻرندس ڏسڻ ۾ آئي. هرهڪ ناڙي ربي مڪڙيءَ ۾ آنند جي سگندڙي ۽ شانتيءَ جي سويا پاسڻ لڳي. چئو ”لالڪ لطري لطر لهال“ چئي ۾ سري يوحراج لهال ٿي ويو.

من بيچي ستگور ڪي پاس،
تس شيوڪ ڪي ڪارج راس.

جڏهين سري يوجراج جي ورلي جا هيلتاءِ الدر ۾ سمالجي ويئي هئي سا باهر آئي تڏهين وري سوامي جن کي پاڙ سان پرجي مٿو ٽيڪائين. سوامي جن ڪس جيو نه پڇا اسين لهنجي اچڻ جو آيراءِ سمجهي چڪاسون ۽ لهنجي الدر جي سچي سڪ ۽ سرڌا ۾ پرڪي وياسون. پوءِ ڪيس وڌيءَ آڏوساڙ ۾ جو اڪت حوالو ڏان ڪياؤن. اهڙي اَملهه دان ڪسي پائي سري يوجراج کي اها آپار پرستا پراپت ٿي جا ڪنگال کي ڌن ملڻ سان، لڱڻي کي روٽي ملڻ سان، اڄايل کي پاڻي ملڻ سان، اکهي کي سکهالي ملڻ سان، سهيءَ کي بوند ملڻ سان پراپت ٿيندي آهي.

پرچي ڏنو پهه ستگور پنهنجي شش کي،
آڻندي وهندي عشق سان اور انهيءَ ۾ رهڻ،
ٿي راڄ رنديءَ جي سڀ ڪجهه سرلي سهه،
اچي شاهن شهه مطلب ڪنئي من جا.

پڇڻ ڏيڻ ڪان پوءِ سوامي جن سندس لالو يوجراج

سري يوڄراج کي سچيءَ سڪ ۽ سرڌا سان سرن ۾ آيل ڏسي، سندس هردي جي ڪيت کي ويراڳ جي هر سان کيڙيل ڏسي ۽ پريم ۽ اُلساهه سان ست سنگ جي شيوا ڪرڻ ڪري سندس دل روپي ڌرتيءَ کي ڪچري ۽ ڪکن کان نرمل ۽ اجل ڏسي، سوامي جن سندس سيني جي ڌرتيءَ ۾ ٻج ڇٽڻ يوگ سمجهيو. ڪجهه منٽن تائين هن جي اکين ۾ نهاريندا رهيا.

شيوڪ آزاري، آيو گور طبيب ڏي،
تنهن نار نهاري من جي، ديا درشٽداري؛
نپٽ ٻُرِتاپن جي، ڪڻ ۾ نواري،
لنوَ لنوَ سپ ڦاري، سيتل ٿيو ساهي چوي.

بس اکين جي آشچريه شڪتي سري يوڄراج جي اکين ۾ سمائي. سري يوڄراج تن من ۽ جگت جي سڌ ٻڌ ڀلائي. ڪجهه مهل تائين اِها اوستا رهي. پوءِ سوامي جن هن جي مٿي ۽ ڀنيءَ تي ٻه ٽي ڀيرا هٿڙا گهمائي هنجي سرير ۾ آتم شڪتي روپ بجليءَ جي ڌارا وهائي.

ستگور پرکه سجان رکيو هٿ مٿي تي،
مٿي ويئي من مون ساهي ڪنچا ناڻ؛
وسيو ميڻگهه مهر جو پريا نيهن نياڻ،
اڄي بيٺا پاڻ سنمکه منهنجي سپرين.

هن اُوريءَ مهل اندر سري يوڄراج ڇا ڏٺو ۽ ڇا اُنيؤ ڪيو اُنجو ڪير ورڻن ڪري؟ پر اُنهيءَ مهل سندس

ڏارا وهڻ لڳي. سندس سڪ ڀريون اکيون جهڻ نه هيڻ
ڇڏي رهيون هيون.

آيو مئن شرن تهاري ستگور

ملي سؤکه نام هر سوپيا چنتا لاهه هماري
اؤر نه سؤجهي دؤجي ناهر هار پڙيو تو دئاري
ليکا ڇوڏ اليکي ڇؤتهن نرگڻ ليهه اُباري
سد بخشند سدا مهروانا سينا ديهه آڌاري
نانڪ داس سنت پاڇي پريو راکه ليئو اِهه باري.

سري پوجراح جي واڻ لي ماڻ جي مهر لڳي وئي.
ڳالهاڻ جو جتن ڪندي ،، ڳالهاڻ نه اُکليو. اکين مان
پريم جي ڌارا اڳي کان اُڳري وهندي رهي.

روئي ڳل پيو ساهي سيوڪ گور جي،
ڏسي چل مايا جو ياري پؤ تيو؛
سهجهي رمز سهي ڪري ڪامل ڪرم ڪيو،
ونيءَ ٽٽ ويو جت پرم پولائو ناه ڪو.

پلا سچن سنتن کان ڪهڙي ڳالهه ڳجهي آهي؟ هو نه
ترلوڪيءَ جي جاڻڻ وارا آهن. سب ڪنهن جي دل جو
پاءُ چڱيءَ پر پروڙي وٺن ٿا.

پرکي جواهري جئن هيرو موتي لعل،
پريمي پرکڻ ۾ تئن ڪامل ڪن ڪمال؛
ڏسي عاشق اکيون پڇن ڪين سوال،
جاڻن سارو حال محبتي مستان جو.

جس مليئي من هوءِ انند سو ستگورو ڪهيئي،
من ڪِي دپڌا دور هوءِ هَـر پرم پد لهيئي.
(گورو گرنٿ صاحب)

سو سري يوڳراج سـت سري ١٠٨ سوامي پرمانند صاحب جن ۾ پورن ۽ سچي ستگوروءَ جون سڀ وڏايون ۽ گڻ ڏسي سندن سرن وٽڻ جو ڀڪو پرڻ ڪيو. ليڪ هڪ ڏينهن هيءَ سنسار سڪه کان رورنل، پرپلپ پريم جي رنگ ۾ رنل، پرماڻ درشن جو اَبلاسي، امرا پوريءَ ۾ پهچڻ جو پياسي پنهنجي شڌ هردي جي سرووَر ۾ شردا جو امرت پري ايڪانت جي مهل ونئي سوامي جن جي دربار ڏالهن وڪ وڌايائين.

هئوُن آئي دوُرهَـنَ چاڪي، ڏڪي ٿئه سَرناءِ؛
آسا رکي چت ۾، ميرا سَپو دُک گنواءِ.
(گورو گرنٿ صاحب)

سري يوڳراج جلد اچي دربار ۾ پهتو. جڏهين سوامي جن جي سنمکه آيو تڏهين سندن درشن ڪنديئي سندس مکه مان هينيان وچن نڪتا:-

ڏنو مکه شهنشاه جو، منهنجي هينئڙي ٿيو قرار؛
وِيڙا روڳه سـرير جا، ڏسندڙيئي ديدار.

پرم شردا ۽ اکير سان سوامي جن جي چرن ڪملن تي سيس نوايائين ۽ اُن مهل سندس اکين مان پريم جي

تي ٻوري ڪرڻ لاءِ ستگورو ۽ جي ڪٿن نہ لوڙھ لبدي؟ گورو ۽ کان سواءِ پرمارٿ جي سوکير سوکير ڳالهين ۽ پنهنجي سروپ کي ٻوڙن رتيءَ سان پرورڻ مها ڪلن آهي. گورو ئي آهي جو جگياسوءَ جون ٻين ٻن شڪاوڻ لوڙت ڪري ڪبس آلر گيان سمجهائي پنهنجي سروپ جو ساکيات الهڙ ڪرائي ٿو ۽ امز آنند جو مزو چکائي ٿو، چاڪاڻ تہ هو مڙني اوستائن مان لنگهي چڪو آهي. سچي گورو ۽ جي سچائپ بابت گورو صاحب هيٺن فرمايو آهي.

ست پرش جن جاڻيا ستگور تِسڪا ناءُ،
تِس ڪي سنگه سِکم اُڌري نانڪ هرگن گاءُ.

سري يوجراج ست سنگه لت لبر سان ڪندو رهندو هو ۽ جيڪو سمو ست سري ١٠٨ مهاراج سوامي پرمانند صاحب چداڪاشي حيدرآباد ۾ اچي نواس ڪندا هوا اهو سمو تہ گهڻي پرلر ۽ آنساه سان سندن ست سنگه ۾ لت پرت وچي امرت وَرکا جو پان ڪندو هو ۽ ٻين مهلن لي ۾ هين جو آلر گيان بابت وچن ولاس سروَن ڪندو هو. سوامي جن جي امرت روبي ٻاڻي ۽ سندن اوچ رهڻي ڏسي سري يوجراج جي هردي ۾ سوامي جن لاءِ سڪ ۽ سرڌا اُلهن لبدي وئي. سچ پچ هو ملڌهين سوامي جن جي سمڪ ايندو هو لڌهين سندن درشن ڪرڻ سان هن جا روم روم لري پوندا هوا ۽ سندس من مؤج ۾ اچي ويندو هو.

# گوروءَ جي گوڊ

جي سؤ چندا اُگوهہ سورج چڙهي هزار،
ايتي چانڻ هونديان گور بن گهور آنڌار.
(گورو گرنٿ صاحب)

اَرٿ:-

جي سؤ چنڊ ڪن چانڊني سورج چڙهن هزار،
هوندي هن پرڪاش جي بنا گوروءَ انڌڪار.

جڏهين جگياسوُ ست سنگ ۾ اچي ٿو تڏهين ڪجهہ سمي ڪاڻپوءِ پليءَ پٽ ڪيس چاڻ ٿيندي تہ هن مارڳ لئي پند ڪرڻ واري جون ڏکيون ۽ موڙيهارا لاهڻ لاءِ ۽ پرمالما سان ملڻ جي واٽ ٻتائڻ لاءِ ستگوروءَ جي ڏاڍي گهرج آهي. گورو نانڪ ديو جن بہ فرمايو آهي تہ:-

گور ڪيجتي گور منيجتي گور ڪا ليجتي ناءِ،
گور بن بابا نانڪا درگهہ ناهين ٿاءِ.

ڏٺو ويو آهي تہ ٻاهرين هنرن ۽ ڪاريگرين سکڻ ۾ بہ استاد جي اوس گهرج ٿئي ٿي تڏهين هن سوکير مارڳ

وجهندو هو ته ڪڏهن ۽ ڪٿي موٽي ڏورش ٻرابت ليندو، جي ڪي سڪيولي ٽڪڙي آبر ته اڻا مهيجي آپاڻا لڏهي ٻوري ليندي جڏهن مان ڪيهن ٻوڙن سڪوروءِ جي شرح ولندس.

ڏڪواڻ آهي اهي منش جن سنسار ۾ اچي مالش جنم سڦل ڪري ٿا، سنسڪرت جي اوت ورلي، رڏيڪ ٻاڳ آهي اُهي جا جي سنسڪرت جي سکيائي لي علي جڳتر ۽ انهي بنيادي ۾ جسم ته انڪايو، لبهڪاڻ وڌيڪ ٻاڳ شالي آهي اهي، جن ٻرمالما سان ٻرپمه جوڙي ۽ انهي لوڙ لباهي ۽ سنسار ۾ ڪنول کي سمان رهيا.



دل ونڻ لاءِ سري يوڳراج کي ڇپائون ته سڀ ڳالهه کان هروڀرو نهڻ نه گهرجي، نکي سدائين ماٺ ۾ گذارڻ گهرجي. جيڪو نمولو اڳي ورتندو هئين اهوئي رکي پنهنجي ماتا کي پرسن ڪر. جڳت ۾ الڳي پدارٿن کي جڻن او تاسي ۾ ڇن ڀنگر لڳي ڪيو آهي سو تمام نيڪ سمجهيو اٿئي ۾ اللاءِ پنهنجا پاڳ ڀلا سمجهه. هاڻي انهن جي اپائيندڙ اپناسي ايشور سان نيهن جوڙ. ڪجهه مهل ويهي ماتا ۽ سري يوڳراج سوامي جن کي مٺو نيڪي گهر ويا سوامي جن جي اپديش ڪاڻپوءِ سري يوڳراج جو سڀ ڳالهه کان نهڻ ۽ ڪنهن سان نه ملڻ جو نمولو ڏيري ڏيري ڦرندو ويو ۽ سڀ پاسي ٿورو ٿورو منهن ڏيڻ ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ لڳو ۽ چت هريءَ سان جوڙڻ لڳو. سندس ماتا اهڙي ڦيل نمولي کي ڏسي پرسن ٿيندي ويئي. ڳچ سمي ڪاءِ جو ويراڳ هنجي اندر ۾ ڏيرو لڳائي ويٺو هو ۽ هن ۾ انڪي چڱو پڪايو هو تنهنڪري ويراڳ سندس پڪو سياءُ ٿيندو ويو. جيتوڻيڪ هاڻي هو جڳت ۾ سڀ سان ورتڻ لڳو تڏهين به ڪنهن سان پنهنجو چت نه بڌائين ۽ سڀ کان ڇتل ٿي گذارڻ لڳو. جي ڪڏهين ڪنهن به پدارٿ اتوا لڳه لاڳاپي ۾ هنکي ٿوري ٿي ڇڪ پاسندي هئي نه جهٽ ساوڌان ٿي هنکان بنه منهن موڙي ڇڏيندو هو. هنکي پرماتما جو پريم اندر ۾ اڇي اپڻ ٿيو ۽ پنهنجو چت انسان وتڻڪ ۽ وڌيڪ لڳائيندو ويو. نيٺ هنکي اڪير جاڳي نه مان پريوءَ جو درشن ڪريان ۽ واجهه پيو

جيڪي سنگتي اڳي وٽس ايندا هوا لن هو اڃڻ ۽ بند ڪري ڇڏيو اٿس. سڌني ٽئي ٻوي ۽ هنکي ڇا ٿي ويو آهي. الاجي ڪو ڏيپ لڳو اٿس اُنوا ڪا ڳلهي ولي ويٺي اٿس اُنوا ڪنهن دک ورايو اٿس جو منهن ڏيڻي لئو ڳولهائي ۽ ڇت لي ڪا سرهائي ڏسجيس ٿي. جي پڇجيس تو ۽ ابا لوکي ڇا ٿيو آهي جو لنهنجو من ڪنهن ۽ ڳالهه ۾ نٿو لڳي ۽ ورلدي اِهائي ڏني ته ڪجهه ڪود ٿيو آهي. جي وڏيڪ ڪرلڻ لاءِ پڇالس لي ۽ لڏهين هيءُ قريل لمولو لمهنجو ڇو ٿيو آهي ۽ ورلدي ڪالهه ٿو ڏي. مالا کي ڏاڍي ڇورا ڪورا لڳي ۽ پنهنجي پٽ جو ڪيڙو ٻلو ڪريان. ليڪ وِڇاءِ آهس ۽ هيءُ جنهن ست سنگ ۾ ويندڙ آهي اُلي جا مهاپرش ست سري ١٠٨ سوامي پرمالند صاحب هتي آهن، اُنهن سان وڃي هيءُ ورڪالت ڪريان ۽ من هنن جي سمجهاڻي سان ڇوڪري جي من ۾ ڪو ڦيرو اچي ۽ اڳي وانگر لهي هلي. سو هڪ ڏينهن سري پوڄراج کي ساڻ ڪري سوامي جن وٽ آئي ۽ هنن سان سموري ڳالهه اوريائين. سوامي جن ۽ هوا پرم پارکؤ جن پلڪ ۾ پروڙي ورلو ۽ جٽن پرمارت جي پالڏيڙو ءِ کي وِراڳه لڳندو آهي لٽن هنجي اوستا ۽ ٿي آهي جا ڪجهه سمي ڪالهوءِ اِڪي پاڻي لي ئي ويندي ۽ سندس لراڙ ۾ لرمل جوت ٻکندڙ ڏسي سمجهانون ۽ هو اڳتي هلي هڪ مهاپرش ٿيو. اُنين جاڻي پرسن ٿيا ۽ هن جي ٻلي ٿبرياٿون. مالا جي

اکيون ٻوري ڇهيئي ته پيو پڇائيندو هو. هنکي لڳندي ٿي ويو هو ته هي ۽ سنسار ٻه ڪوڙو ۽ ڇِن ڀنگر آهي. هن کي ڪو به جتاءُ ڪولهي. هنجا ٻڌارت ٻاهـران ڏاڍا هرڪائيندڙ ۽ اکين چڪن ڪندڙ آهن، پر آهن سڄ ٻچ اُلهي ۽ گولي ۽ والگر جنهنکي ٻاهران ڪند جي ڇت آيل هجي ۽ اندر رکيو وڪه پريل هجي، جنهن جي کائڻ سانَ نڪ گولي اندر ساهه ٻاهر. هنن ٻڌارتن کي ڀوڳڻ ڪالپوءِ هي ۽ جيو اُنهن جي ڪوڙ ڪي ۾ ڦاسيو هنن جو ٻڌو ٻالهو ٿيو ٻوي ۽ ايشور کان ٻه ٻي مڪه ٿيو وڃي. جڻ جيئري ئي مئل جي آچار ٿيو ٻوي.

سري يوڄراج جي ماتا ڪيترن ڏينهن کان پنهنجي پت جي هلت کي پيئي جاچيندي هئي. ڪيس اُهو وڏو ڦيرو ڏسڻ ۾ آيو، ڇاڪاڻ ته ڏٺائين ته هنجو ڪنهن به ڳالهه ۾ ٻريو نٿو لڳي. روني کائڻ مهل به جئن ڪا ٻري لاهڻي هجيس تئن لاهيو اُٿي. اڳي جو مون وٽ وٺهي ڳالهيون ٻولهيون ڪندو هو اُتوا ٻڌلدو هو سو ٻه ڇڏي ڏنو اٿس. رکيو مالي کائڻ مهل هيٺ مون وٽ اچي ٿو، باقي پيو سمورو سمو مٿي ماڙي ۽ ني اندران ڪڙو ٻايو وينو آهي. ٻت ۽ ڪپڙن جي ڳاهه ڏوهه جيڪا ٿوري گهڻي اڳي ڪندو هو تنهن ڏالهن ڌيان ڀئي ۽ ڪونه اٿس ۽ نه ڪپڙن جي اُڃائي اُجرائي ۽ جو ڪو ويچار رکي ٿو. جي مان مٿي وڃان ٿي ته سن ٿي سن لڳي پيئي آهي. ائين پيو ڀائنجي ته ڪنهن وڏي ويچار ۾ وينو آهي.

اُپمان جو ڏپ، بيٺلائيءَ کي کٽلائيءَ جو ڏپ، جوڀن کي ٻڍاپي جو ڏپ، بسنت کي سرڙ جو ڏپ. لُهنکري هي من! لوڀ سنسار جي ڪنهن به پدارٿ ۾ ٻاڌ نه اُڙاءِ. جنهن گورو نانڪ صاحب جن چيو آهي:-

ڀيءِ وچ پوَنُ وهي سدوار،
ڀيءِ وچ چلهه لکه درياهه.
ڀيءِ وچ اَگن ڪڍي ويگار،
ڀيءِ وچ ڌرتي دبي ڀار.
ڀيءِ وچ اِند ڦري سر ڀار،
ڀيءِ وچ راجا ڌرم دئار.
ڀيءِ وچ سورج ڀيءِ وچ چند،
ڪوه ڪروڙي چلت نه انت.
ڀيءِ وچ سڌ ٻُڌ سُر ناٿ،
ڀيءِ وچ اَڏاڻي آڪاس.
ڀيءِ وچ جوڌ مهابل سوُر،
ڀيءِ وچ آوهه جاوهه پوُر.
سگلئا ڀؤ لکيا سر ليکه،
نانڪ نربيءِ نرنڪار سچ ايڪ.

سري پوجراج کي متيان وچار ڪيعري سمي ڪان پيا ابندا هوا، جن مان ليت ڪيس ويراڳ جي اهڙي ڪا جهوري اچي لڳي جو جيڪو سمو ملندو هوس لنهن ۾

سنسار جا سڀ سنبنڌ ۽ سامان سڙا سمي جي ڪچي سڳي ۾ ٻڌا پيا آهن، جائين سمو پُڄو نه سڳو ڇنو. سڀ ٻانڌ ڪان ٻاٽيهي ناس تي آلوپ ٿي ويندا. جي ڪڏهين پدارٿن ۽ سنبنڌين ۾ ڪو سک پرٻل هجي ها ته ڇو گوپيچند ۽ ڀرٿريءَ جهڙا چڪروَرتي راجائون راڄ ڀاڳ ڇڏي وڃي ٻن ۾ لڪسيا ڪن ها. هنن وٽ ڪهڙي ڪمي هئي؟ سنسار جا سڀ ساڄ سامان، پٽ راڻيون سنتان، نوڪر چاڪر، لشڪر ڪٽڪ اِيادڪ وٽن مڙو هوا پر هنن منجهن ڪو به سک نه ڏٺو. اُلو اِهي سڀ هنن کي دک ۽ دوکو ڏيندڙ ٿي لڳا. سچ آهي ته جيترو هي پدارٿ وڌن ٿا اوترو من جو سک گهٽجي ٿو ۽ ترشنا جي باهه ڀڙڪو کائي اُٿي ٿي.

ترشنا آگه پدارٿ لڪڙي ڏال ڪاهي ڀڙڪائو،
ترشنا مُول نه تريتي ڪبهون يدپ ڪينڪ پائو.
(سري شانتي سرُوور)

ويچار جي ڳالهه آهي ته جڏهين ڪنديءَ تي لڳل انُي جي رلي ڪائڻ سان مڇي قاسيو پوي ۽ ليٽ اُلجو الٽ اچي ٿو، تڏهين جڳت جا هيترا پدارٿ جيو کي ڪهڙي اوڙاهه ۾ وڃي هڻندا؟ هيءَ سارو سنسار دک جي مها ساگر ۾ ٻڏو پيو آهي. جنم کي مرڻ جو دک، چگيلائيءَ کي بيماريءَ جو دک، ٻل کي هيڻائيءَ جو دک، سک کي دک جو دک، ڀوڳن کي روڳن جو دک، مان کي

ڏينده آکر ڏن کي ڇـل ول ساڻ ڇيھ،
ڏوري لھ سو ڏيھ، جتي تنهنجا سپرين.

آئي پاڻيءَ جي لهر ن سمان آهي. جوڀن جو جلوو الدلٺ والگر کن پر جو مهمان آهي. ڌن وڻ جي ڇانوَ جيان آهي. جڳت جي جنهن ۾ پدارٿ کي جاچيو ڌ مٿيا ڏسڻ ۾ ايندو. هي من! هنن مٿيا پدارٿن کي پسي اُن موڪ هنس والگر پنهنجي جان جنجال ۾ جوکي ۾ اڙائي رهيو آهين، جو ساگر جي اندر ڌارن جي ڇانوَ کي ڏسي ۽ اُنهن کي موتي سمجهي کين هٿ ڪرڻ جو ورٿ جتن ڪري رهيو آهي.

مٿيا تن ڌن ڪٽنب سڀائيا،
مٿيا هومــيءَ مـمتا مايـا.
مٿيا راج جـوبن ڌن مال،
مٿيا ڪـام ڪـروڌ ڀڪرال.
مٿيا رٿ هستي آشـو بسترا،
مٿيا رنـگ سنـگ مايا پيکھ هستا.
مٿيا ڌروهـ موهـ اُيمان،
مٿيا آپس اوپر ڪرت گمان.
اِستر پـگٽ ساڌ ڪي سرن،
ناڪجپ جپ جيوي هرڪي چرن.
(گورو گرنٿ صاحب)

٦. هنَّا سونهن ۾ جــي مثل چنڊ سورج ،
منڍ تي ويٺي تن جي سوڀيا صفائي .
٧. دلين جو آهي ٻوڏ دلبر سچو هــو ،
سدا اُن ۾ رکہ پريت دل جي سچائي .

جيڪي مٽر ۽ سڄڻ ، ساٿــي ۽ سنبنڌي آهن، سڀ پنهنجي پنهنجي سوارٿ سڌ ڪرڻ لاءِ مِٺ مِٺ ڪري پيا ڳالهائين ۽ تون ساڻين تون سائين پيا ڪن . جيسين ڪجهہ هٿ ۾ هوندءِ اتوا سوارٿ پيو لڳر لڏن ليسين خوشامد جا جهنڊا ڪنائي رهندا . جائين مايا ڏني پٺ ته مٽر بہ چڙهيا اُٺ .

جب لڳہ ديکين سوارٿ نِڪسي، تب لڳہ سبڪا پيار،
جب ديکين سوارٿ نهين نِڪسي، ڪوئي نہ پُوڇي سار .
جب لڳہ تيري پاس رپئيا ، سڀڪوئي تيرا يار،
نِردن ڪي ڪوئي نِڪٽ نہ آوي، اِہ ريتي سنسار .
ڪيا تون ڪرتا ميرا ميرا، تيرا ڪـؤن ويچار،
ڪهي هيمان تج پريت جگت ڪي، اپنا آپ سنڀار .

هن ڪي سچو ساٿي سمجهي اُلهن مان سڪہ جي آس ڪرڻ آهي پيرن کان پير گهرڻ . سامي صاحب ٺيڪ چيو آهي تہ :-

ڪوڙو جاڻ سنيہ سامي هن سنسار جو،
اچي ڏنگہ بازيءَ ۾ ڪري ويساہ نہ ويهہ .

ڪٿي سرُ، ڪٿي سبار و ۽ ڪٿي اولهارو، ڪٿي سهاڻي ۽ ڪٿي اولداهي، ڪٿي پيلاڻي ۽ ڪٿي ڪنلاڻي، ڪٿي چڪيلاڻي ۽ ڪٿي ناچاڪاڻي، ڪٿي لاهي ۽ ڪٿي چاڙهي. جو ڪالهه جسار جو پاتشاهه هو سو اڄ حمل جي ڪوڙيءَ اندر بي وس بانديءَ آهي. جن ڪي ڪالهه ڪروڙن منشن لمي لباز لي ڪيو اڄ اهيءَ لي قتڪارَ ۽ ڏڪار لي رهي آهي. سري پوجراج جڳمڻ جي هن پرڪار جي آگما پائي اوستاتن لي سري آندر جي آلاپ ۾ هيٺيون شبد چيو آهي.

دنيا ۾ نہ آهـــي ذري ڪا وفائـــي،
چڱـــي پر آهي عار فـــن آزمائـــي.

١. صبح جو ثريا گل چمن منجهہ جيڪي،
ڪوماڻيل ڏٺـــم سي جڏهن شام آئي.

٢. مکيون جام جنهن تي سڳنڌيون بدن ڪي،
ويا جيئن اُن ڪـــي قبر منجهہ ڪاٿي.

٣. هئو تاج جنهن جي مٿي تي جوهري،
اُها ڪوپـــري ڪينٽن ڪائـــي ڪپائي.

٤. رهيو ڪين نيشان ڪنهن جو دنيا ۾،
وڃـــي ڪين ۾ ڪين آخـــر سمائي.

٥. بدن خاڪ ۾ خاڪ ٿي نيٺ ويندو،
وڏائي نـہ ڪر اُنجي ڪوڙي آجائي.

هڪ ٻچان ڏيندڙ ۽ اپوتر ڦٽڙي مان ته هنجو آڏاٽو اڏيو
وري منجهس پرلو ڇا پيو آهي؟ منجهانس سواء مل مو
۽ رت روڳه جي بيو ڇا تولڪري؟ منجهس سدائين گهام
واڌ لڳي پيئي آهي. ڪڏهين چاڪ ته ڪڏهين بيمار،
ڪڏهين ٻلوان ته ڪڏهين ڏبرو ۽ لڪيدار، ڪڏهين
سنهو ته ڪڏهين مونو، ڪڏهين کرو ته ڪڏهين ڪونو،
ڪڏهين سندر ته ڪڏهين ڪوجهو، ڪڏهين بالڪ ته
ڪڏهين پيرو. تنهن ڪري سڀ پنهنجا وس هلائي سرير
مان سيبهه ڪڻ گهرجي. جڳت جي مان ۽ وڏائيءَ ۾
وري ڪهڙي سچائي سمايل آهي؟ سنسار جي عزت
آهي لعنت، سنسار جو مرتبو آهي مصيبت، سندس
ڪمال آهي زوال، سندس جمال آهي ملال، سندس
پيار آهي ڌڪار، سندس ياري آهي خواري، سندس
هوشياري آهي گرفتاري، سندس دلداري آهي بيقراري.
هيءُ سارو جڳتر اوديا جي بازار آهي. رنگ ۽ روپ جو
دل کي لپائيندڙ گلزار آهي. موهه ۽ ممت جي جار آهي.
هرج ۽ هلاڪيءَ جو پيدار آهي. سندس هر رنگ رلائڻ
وارو ۽ هر ڍنگ ڦاسائڻ وارو آهي. هنجي ڪنهن به ڪاريه
کي جتاءُ يا بيهڪ پتيءَ ڪانهي. هنجون اوستائون هڪ
ٻئي جي بنه ابتڙ آهن. ساڳئي سمي ڀي هڪ هند وهانءَ
جا سادنه سگهڻ پيا ٿين ته ٻي هند مرڻ جي ڪري ورلاپ
پيا ٻڌجن. ڪٿي بين باجا بجسي رهيا آهن ته ڪٿي
هاهاڪار ۽ روح راڙو مچي رهيا آهن، ڪٿي بهاري ته

لڳيون پيئون آهن. ڪڏهن لمبا ته ڪڏهن ننڍا سُر، ڪڏهن ڪگهه ته ڪڏهن بيت ۽ سُر، ڪڏهن ملوڪ ڪڏهن ڪوڙهه جو رولو، ڪڏهن سوري ته ڪڏهن قبضي، ڪڏهن لموليا ته ڪڏهن انڪلوئينزا. سدائين ڪانڌ ڪا آڳهائي لڳي ئي پيئي اٿس.

ديهه ڪان ملين آٿي بهوت وڪار پري،
تاهوُ ماجهه جرا وياڌ سرب دکه راسي هيءِ؛
ڪبهوُن ڪ پيٽ پير ڪبهون ڪ شربائي
ڪبهوُن ڪ آنکه ڪان مکه ۾ پيٽاسي هيءِ؛
اؤر هي اَنيڪ روڳ نکه شکه پوُر رهي،
ڪبهوُن ڪ سواس چلي ڪبهون ڪ کانسي هيءِ؛
اَيسو يهه سرير تاته اَپنو ڪئه مانت هيءِ،
سندر ڪهت يامين ڪؤن سکه واسي هيءِ.

سرير جي سولهن ڏسندي ڏسندي جهڪي ليو وڃي. ليسه آها ۽ ويل اچي وڃي جو هن ساڳي سرير ڏاهن ڪنهن کي نهارڻ ۽ نه وڻي. هر ڪو پوءِ پاڻين پيو ڀڄي. ڏڏهين هن سرير جي سولهن، سوبيا ۽ ڇڳيلائيءَ لي ڪهڙو ڀالور! هيءَ ته ساڻوڻيءَ جي درياهه والگر آهي، اچهو سيار و آبو ۽ درياهه سڪو. جنهن ڏينهن جو آهي چٽڪو. جالبن جوڀن جي سنڌ لڳي، تانين سولهن نه پوٻان پير ڪرڻ لڳي.

پلا ايهان ڇا لي ڪجي؟ هن سرير جي جوڙ ڇا مان؟

هوندو هو لن کي ته جن ٻلڪ ٻاهڙو نه سوڙهو ڪٽي گهٽيائين جو ٻڇاڙيءَ ۾ آڻ مڇي ارمان جا هٿ مهٽيندا وياه هتي ڪنهن جي ته دال نه ڳري. پيا نه ڪٽي ڇڏيو، جيڪي جتي ۽ جوڳي، لپي ۽ تياڳي، مني ۽ مهنت، ساڌو ۽ سنت جن سنسار مان پنهنجي دل ڇڏائي ٻريوءَ سان جوڙي لن کي ته سرٻرڪ ڇڙلو ڇڏي سنسار مان هلڻو ئي پيو. ٻوء هتي رهڻ جي ڪير هام هڻي سگهندو؟

**ڪري ڪُوچ ويا سيئي سنسار مان،**
**پير پيغمبر اوليا جن پنهنجا پنڌ ڪيا؛**
**گياني ڌياني گرهستي ساهي پنڌ پيا،**
**سيئي غيب ٿيا، تو ڇا جاتو پاڻ ڪي.**

هيءَ نه درياه جو وهڪڙو پيو هلي. جئن درياه وهندو وهندو ليٽ وڃي ساگر ۾ سمائجي تو لئن هيءَ سواسن روپي سرجو (نديءَ جو لالو) ته اوس هڪ ڏينهن مرليو روپي مهاساگر ۾ وڃي سمائبي. هيءَ جيوت ڏسندي ڏسندي ائين اوچتو الوپ ٿيو وڃي جئن ٻرڀات جا تارا. اڄ ڪي سيان لڄهو نه هن ديهه روپي ديپڪ مان سواسن روپي تيل ڪتو ۽ الڌ ڪار متو. هيءَ سرٻر روپي قلواڙي هلي ئي پيئي ٻراڻن روپي پاڻيءَ جي آڌار ئي. جائين مرليو روپي مالهيءَ اِهو پاڻي بند ڪيو ڳائين هيءَ قلواڙي سڪي نوٽ ٿي ويندي. جئن قُتل گهڙي مان ڦڙو ڦڙو پاڻيءَ جو وهي نيٺ گهڙي کي ٺلهو ڪريو

منهنجا پيارا مائٽ ۽ مترَ هتان هليا ويا، مونکي ٻه هن سنسار جو سئل ڪري ڪنهن ٻه مهل هتان موڪلائڻو پوندو. جڏهن ڪو اُهڙو اپاءُ ڪريان جو مرڻ کان اڳ ۾ مري ڪال کي سوڀ پائيان؟

ساميءَ چئي ستت جپي وڻ جڳديش کي،
موتي اينديءَ ڪينڪي اهڙو هٿ وقت؛
ڇاڻي جوڙ جڳت کي ڪر ستيءَ جان سٽ،
پوءِ رئنديس رت، اکين مان عاجز ٿي.

ڏسان ٿيو ٿه ڪال رکو ٻڌن لئي پنهنجو وار لڳو ڪري پر لڏين لڏين ۽ ٻيرو جوانن کي ٻه چونڊيءَ کان ڇوليو ڪٽيو ڏسي. اهڙو ٿه ٿرڏئي ۽ بي قياس آهي جو جيڪي اُنهن ٻالڪ اڃا مڪڙيءَ جي روپ ۾ آهن ۽ جن وڏي ٿه سنسار جا کيل تماشا ڏٺا آهن ۽ نه موجون ماڻيون آهن تن کي پنهنجي چنبي ۾ جهلي جهٽ ڪري ڇڏي. هيءَ نه ڏسي ته غريب نه شاهوڪار، نه ٻڍو نه ٻار، نه نر نه نار، هر ڪنهن مٿان هلائيندو وڃي پنهنجي ڪاسائڪي ڪٽار. ڪنهن لئي به ڪهل ڪا آهي. جيڪو منهن سامهون آهس تنهن کي هن گوليءَ جو نشان بڻايو. وڏا وڏا راجائون ۽ مهاراجائون جن جي ٽالي ٻڌڻ سان ڪيترن جي ڏڪڻ ٿيڻي ڏڪندي هئي تن کي به هن اهڙيءَ ريت اڏايو جو اڄ تائين ڪنهن جو نالي نشان به نظر نه آيو. وڏا وڏا پهلوان ۽ جوڌا، وير ۽ ٻالڪا جن کي پنهنجي ٻچاڻن لئي ڏاڍو ناز

# ويراڳ ۽ ورونهن

اِس سواس ڪر آيوُ جاوي، سمجهي نانهہ گنوارا،
ڪت هي سڀ لوڳ بناسي، جئن پرڀاتي تارا؛
پ ني ايٿوُن چلنا اِڪ دن، باج رهيا نقارا،
راج اِهہ بُد ڪو رچنا، آپ رچي ڪرتارا؛
سمي سڀ هوت پرايو، اَبهي چاڏ بکيڙي
نون ڪرتا ميرا ميرا، ڪو ڪام نہ آيو تيري
آبهي سمرو هر هر، ڪال نہ آوي نيري،
سار جڳت ۾ هيمان، بن سمرڻ سڀ جهيڙي.

ري يو جراج جئن وجي سمت سنگہ جا اُپديش پڌ لدو
جي هنجي چت ۾ سڀ ڳالهہ ڪان ڪٽائي ۽ اُداسيتا
بندي. هيءُ سمجهي ويو تہ هيءُ سنسار آهيٽي
جي بازار. جو آيو آهي سو اَوس هڪ ڏينهن
جو ٿيو آهي سو اَوس ڏهندو. هتي هر ڪو
پنهنجي واري لي بنا چتائڻ جي هليو ويندو.

ٿي هماري چل گئي هم ڀي چلڻ هار،
اگي ۾ باقي رهي تانتي لڳي نہ وار.

# ويراڳ ۽ ورونهن

سواس سواس ڪر آيُو جاوي، سمجهي ناهه گنوارا،
ديکت هي سڀ لوڳ بناسي، جئن پرڀاتي تارا؛
سڀ ني ايٿوُن چلنا اِڪ دن، باج رهيا نقارا،
هيمراج اِهه بُڌ ڪو رچنا، آپ رچي ڪرتارا؛
انت سمي سڀ هوت پرايو، آبهي ڇاڏ بکيڙي،
ڪيا تون ڪرتا ميرا ميرا، ڪو ڪام نہ آيو تيري؛
تاتني آبهي سمرو هر هر، ڪال نہ آوي نيري،
سمرڻ سار جڳت ۾ هيمان، بن سمرڻ سڀ جهيڙي.

سري يوڳراج جئن وچي سَت سنگ جا اُپديش
تن وچي هنجي چت ۾ سڀ ڳالهہ ڪان ڪتائي ۽
اُنجي تيندي. هيءُ سمجهي ويو تہ هيءُ سنسار ا...
اچ وڃ جي بازار. جو آيو آهي سو اُوس هڪ ڏينهن
ڏانندو ۽ جو نهيو آهي سو اُوس ڍهندو. هنتي هر ڪو
پنهنجي پنهنجي واري لي بنا ڇتائڻ جي هليو ويندو.

ساٿي هماري چل گئي هم بي چلڻ هار،
ڪاڳر ۾ باقي رهي تاتني لڳي نہ وار.

پلا جڏهين نانڪ جهڙو گهاتڪ ٻراٽي ٻ مرليءَ جو آلاپ ٻڌي سڌ ٻڌ وڃائي ٿو وهي ۽ هرڻ سُرلدي جو سر ٻڌي اُبر مکهن ٿيو وڃي لڏهين جي ٻرٻر جي ٻالر منش مهاپرشن جي موهيندڙ مرلي ٻڌي ٻاڻ پلايو ن اُلهيءَ ٻ آشچرٻ ني کهڙو!

سري پوجراج ست سنگ جي شيوا گهڻي اُساه سان کندو رهندو هو. ست سنگ جي نشکام شيوا جهڙي هردي کي نرمل کندڙ، اِيمان کي اُڏائيندڙ، لوڀ لالچ کي لڏائيندڙ ۽ کام ڪرود جي اگنيءَ کي شانت ڪرائيندڙ ٻي ڪا ٻ شُتي سنسار ۾ ڪانهي. هيءَ اُمرشيوا وِڏاڻا جي ليک کي ميک هٽڻ واري، اليڪ جنمن جي ٽاٻن ۽ پاپن کي جلائڻ واري، جهن ۽ لبن جي گهرج کي ميٽڻ واري، ورلن ۽ ليمن جي کپ کان آجو ڪرڻ واري، سيني ليرڻن، لبن ۽ ٻکين جو کهر ويني ٿل ڏيڻ واري ۽ ٻرپو ٻرٻر جاڳائڻ واري آهي. سو ست سنگ جي سڪ سان کيل شيوا سري پوجراج جي دل کي ٻرم ٻوتر بڻايو. سندس ردو ست سنگ جي رنگ سان جڻن ٻوءِ ٿڻ رگيو ويو ۽ جت سنسار ۽ سنسار جي سکن کان کٽو ٿيندو ويو. ڏيري ڏيري هنجي اندر ۾ ويراڳ اچي واسو ڪيو ۽ کيس سنسار جي ڪاه ڳالهه ن وڻڻ لڳي.



پرمانند صاحب چڊاڪاشي براجمان هوا. ڏوُهر سال اوڻهاري ۾ سمع سنگتن جي ٻولي ۽ سڪ سان ڇڪ ڪري ٻي پنهنجي ديس مظفرڳڙه پنجاب مان حيدرآباد سنڌ ۾ ان ايائي مهمن لاءِ ايندا هوا ۽ ڏهاڙي سنع سنگ ۾ پنهنجي امرت واڻيءَ جي ورکا وسائي ڪيترن اُجاڙ هردن کي آباد ڪندا هوا. سندن واڻي اهڙي ٻرپاو واري هئي جنهن اَکهور لنب ۾ سڪل سريرن کي ڏولڏاڙي سجاڳ ڪيو. ڪيترن کي ڪمارگ مان ڪڍي سنتن واٽ تي آندو. ڪيترن وشن ۽ لشن ۾ اڙيل منشن کي انهن جي ٻنڌڻن کان ڇڏايو. ڪيترن پاپ آتمائن کي پاپ کان پلو آجا ڪرائي ڌرماتما بڻايو. نه رڳو ايترو پر هن پرهم چاري، پرهم گياني ۽ پرهم لشني پورن پرش جي اپديش ڪيترن جي اندر ۾ سچ جي ڪمائي ڪري لاءِ آشچرج امنگ اٿاريو. ڪيترن جي هردن ۾ پرمالر پريم جو مچ مچايو، جن مان سري پوجراح هڪ هو. اهڙا اَمولڪ اپديش ٻڌي سندس من ۾ ڪهڙيون نه اُمر اچاڻون اڀڻ لڳيون هون! دل تي دل ۾ چوندو هو ته ”ڪڏهن اهو سمو ايندو جو مان سنسار ۽ انجي سامگريءَ کي وساري پرهم جي ڌيان ۾ لين ٿي ويندس؟ ڪڏهين اهو سڀاڳو ڏينهن ايندو جڏهن منهنجي هردي مان دويت جو ڌنيت سديو لاءِ پڄي ويندو ۽ جنهن ڪنهن ۾ مولکي اَدويت پرمالما جو درشن ٿيندو؟ اهو ڏينهن منهنجي لاءِ ڪهڙو نه آنند دائڪ ٿيندو جڏهين ڪلا ۽ ساراهه ۾، مان ۽ اَپمان ۾،

کي الهيءَ ست سنگ ۾ پڪو ڪرڻ وارو هو شريمان جهمٽمل ميوارام لوناڻي جو اُنهيءَ سمي وديالي جي انگريزي اسڪول ۾ ماستر هو؛ جهونو ۽ پڪو ست سنگي هو.

ست سنگ ڪندي ڪندي سري يوجراج ڏٺو ته جي ڪڏهين من جي ميل کي ڪڍڻو آهي ۽ ايمان کان اڇو تيڻو آهي ته اُن جو سڀ کان سولو ۽ ڪارائتو اُپاءُ اِهو آهي ته ست سنگ ۾ پاڻ سان شيوا ڪجي. سو هن به ست سنگ ۾ ڪانڌ ڪا شيوا ڪرڻ جو پڻ پڇايو. اُهيءَ سمي ست سنگ مارڪيٽ ڪوارٽر ۾ ديوان ديارام گدومل صاحب جي جاءِ ۾ ٿيندو هو. ست سنگ جي آرليپ ٿيڻ کان گهڻو اڳي هيءَ پريمي اچي پهچي ويندو هو؛ ست سنگ جي استان ۾ بهاري پائڻ، گلم وڇائڻ، پاڻي ڀرڻ ۽ ٻيو به جيڪو شيوا جو ڪم هوندو هو سو اُتساهه سان پنهنجن شيوادارين سان گڏجي ڪندو هو. ست سنگ جي چالو ٿيڻ تي پاڻي پيارڻ جو ڪم پڻ ڪندو هو. پر رڳو پاڻي پيارڻ ۾ ڌيان نه هوندو هوس. "هٿ هاج ۾ دل يار ڏي" تنهن وانگر ست سنگ جي وچنن کي به چت لائي ٻڌندو هو. ڌيري ڌيري ست سنگين کان ماهوار چندو اڳاڙڻ ۽ اُنجي حساب ڪتاب رکڻ جو ڪم به پاڻ تي کنيائين. جلدي پوءِ ست سنگ استان جي پستڪن جي به سنڀال ڪرڻ لڳو.

ست سري ١٠٨ سوامي هيمراج صاحب چداڪاشي جن جي گديءَ تي اُنهيءَ سمي ۾ ست سري ١٠٨ سوامي

۱. نمرتا ڀاو کي ڌاري ڪندس شيوا سدا سڀ جي،
حسد ۽ ساڙ جي اگني صبر جل سان وسائيندس.
۲. ڀلائي ديہ من چنتا ۽ مگهن ٿيندس مان آلم ۾،
رهي نشڪام ڪرمن ۾ سڀني سنتاپ ساڙيندس.
۳. اِڇا ڪانه ماف ٿي آجو خيالن کي ڪري خالي،
وڪلپن ڪان ٻٽي واندو ائين من کي مان ماريندس.
۴. سچائي جي ڪمائي سان ڪندس گذران مان پنهنجو،
ٿمي آهار کي تياڳي ستو شڌ اَن کائيندس.
۵. سچائي، سيل، جت، ست ۽ ڪميا، نرمانتا، سنتا،
اِنهن گڻن جو ناهي هار پريوءَ کي مان پائيندس.
۶. چڏي چشڪن ۽ چرچر کي تياڳي بحث بيهودا،
ڪڏي سڀ ويگہ تن من جا اچل آسن لڳائيندس.
۷. ڀاري ڀوڏمل من جي جڳائي جوت سوهم جي،
سندرگڻ گيان سان من ۾ مندر پريوءَ جو ناهيندس.

سري پوجراح سوامي هيمراج صاحب چداڪاشي جن
جي سمد سنگ ۾ ڀرپالن پهچي گهڻيءَ واري شري
پوجيا سان تڏجي ويندو هو. پوءِ الهيءَ سمد سنگ ۾
رهجي [illegible] وارو شرمان ڪندلمل ڏيپچند شوداساڻي آلند
الي سنديش وسالي جو ايڊيٽر هو. هو صاحب سڻن آدرشن
وارو ۽ سچو ستارڪ هو. سندس اڙچ وچارن جي سڌ
سندس رسالي مان لئي ۽ پڇي سگهندي. سري پوجراح

جني خود نہ پائي تہ پائي ٿئي
مڏيون مال ملڪيت اجائي ٿئي
ڪرين ڇو نہ مستان ڏيئي اُمنگ؟
مهاپرش يوگين ۽ سنتن جو سنگ.

ست سنگ کي ايڏي وڏي مٽيا وارو لشڪي ڪري سري پوجراج مهو پنهنجو اٿل نير بڻائي ڇڏيو ۽ ڪهڙيون بہ رڪاوٽون اچن پر ست سنگ جي سيتل سرودر ۾ ڏهاڙي آوس اشنان ڪبو. ست سنگ جي اپديش سندس هردي ۾ اهڙو تہ سندر چٽ چٽيو جو هو ڪڏهين بہ ڪنهن بئي سنگ ۾ چڪجي نہ ويو.

ٿَرُو ساڌو ۽ سنگ پيا سڀ سنگ ڇڏي ويا
اچي ازغيبي لڳو لنوَ لنوَ آتم رنگ
ممتا مٽائي من جي ساهي رهي نسنگ
ڇا کي گهمي جهنگ، جنهن گهر لڌا سپرين.

پاڻ بہ پنهنجي رچيل شاستر سري الدر جي آ اپ ۾ هينيون پڄن اچاريو اٿس، جنهن ۾ ڏيکاريو اٿس تہ سچي ... کي ست سنگ سان ڪيتري سک ٿئي ٿي
... ڙيون پرلگيائون ڪري ٿو.
... ڪندي پنهنجي رهت اِهي ۽

مرياڌا ۽ نيتي ٻڌائي ٿو ڪير
سيڪي فرض پالن ڪرائي ٿو ڪير
رکي ڪير جڳ ۾ جڳت کان اسنگ؟
مهاپرش يوگين ۽ سنتن جو سنگ .

[٦]

مفت ۾ ڪٿان روز امرت ملي
ٿو ويدن جو سارو سچو ڪٿ ملي
سچي شانتي ۽ سچو ست ملي
ڪٿان سک سچو ٿو هتي هُت ملي
ڪري ڪال جو بي اثر ڪير ڏنگ؟
مهاپرش يوگين ۽ سنتن جو سنگ .

[٧]

ڪٿي ڪير ٿو ڪوٽ جنمن سندو
ڏري نيچ لي تاج شاهن سندو
ڏسي ڪير مارگ ٿو مُڪتي سندو
ٻٽائي بندو روپ ايشور سندو
ڏئي ڪير اوچو امر پد اينگ ؟
مهاپرش يوگين ۽ سنتن جو سنگ .

[٨]

سمي انت جي ڪير سهائي ٿئي
۽ يو سنڌ تارڻ ۾ واهي ٿئي

مدين جا بنديل در ڪنٽان ٽا ڪان
ڪنٽان پاپ پاپين جا پل ۾ جان
ڏي ڪير آتم خماريءَ جو رنگم؟
مهاپرش يوگين ۾ سنتن جو سنگم.

[۳]

ڪنٽان صحت سالم آڪين ۾ اچي
ڪنٽان روشني ٿي آنندن ۾ اچي
اُڏامڻ جي شڪتي جڏن ۾ اچي
اُڪت پل پڏي نربان ۾ اچي
مٺائي وڏاتا جو ٿو ڪير انگم؟
مهاپرش يوگين ۾ سنتن جو سنگم.

[۴]

بغض جي ڪنٽان باهه سيتل ٿئي
گندو من هيءَ اُوجل ڪنٽان ٿو ٿئي
پڏي صاف نرمل ڪنٽان ٿي ٿئي
اُجڙ منش پرتل ڪنٽان ٿو ڏئي
چڏائي وشين جو پالا ڪير سنگم؟
مهاپرش يوگين ۾ سنتن جو سنگم.

[۵]

ڪسنگم ۾ ڪرڻ ڪان بچائي ٿو ڪير
سکيا صاف سهٽي سٽائي ٿو ڪير

ڪندڙ ٻيو ڪوبہ ڪير نہ آستان بہ تُوي ۽ لي ڪولهي. ست سنگ اُها سڙڪ آهي جنهن ڪان منش ٻنا ڪنهن ڏب ڏاوَ جي هلي پرم پد لي پهچي سگهي ٿو. سنتن جي سنگ سمان سک ڏينداڙ ٻيو ڪو بہ پدارٿ سنسار ۾ ڪونهي. ست سنگ اُها ڪامڌين ڳئو آهي جنهن ڪان جڪي گهر سو پلي ۽ پوي ٿو. ست سنگ اُهو ڪلپ برڇ آهي جنهن جي هينان ويهڻ سان جيڪا ڪامنا ڪجي سا پوري ٿئي ٿي.

ٔ ست سنگت نج ڪلپترسڪل ڪامنا ڏيت

اَمرت روپي وچن ڪهہ تهون تاپ هرليت.

ست سنگ جا چا لڇو ڪري؟

مسدس

[١]

پلا زهر کي ڪير اَمرت ڪري

يا سُوليءَ کي ڦولن جي سيجا ڪري

سيٽي سور سختيون ۽ مدما هري

نہ ممڪن کي ممڪن پلڪ ۾ ڪري

ڪري ڪير گلشن ٿو بريت ۽ جهنگ؟

مهاپرش يوگين ۽ سنتن جو سنگ.

[٢]

ممت موهہ من جا ڪٽان تا مٽن

پرم پڙ ۽ پولا ڪٽان تا هٽن

سوامي جن جي رچيل شاسترن مان ئيندو هو. ڏيري ڏيري اِلهيءَ ست سنگ سان اهڙي ته دل ٻڌجي ويس جو پلي ڪهڙو به سيءُ اٿوا پارو جهوله پوندو هجي، ڪهڙو به مينهن اٿوا واچوڙو جهوله ايندو هجي، ڪهڙي به گرمي اٿوا گهٽ جهوله ستائيندي هجي، پر هيءُ هڪ ڏينهن به ڪين گسائيندو هو.

پوي جونه بارش ڪٽي زور سان،
سخت سيءُ پارو پوي شور سان؛
مگر هيءُ نه هستان مانجهي مُڙي،
اچي مشڪندو چنڊ جيان نور سان.

ڏهاڙي سکمني صاحب جي پاٺ ڪرڻ سان گورو صاحبن جو هيءُ اَمولڪ وچن سندس هردي تي اُڪرجي چڪو هو.

چار پدارٿ جيڪو مانگي ساڌ جنا ڪي سيوا لاڳي.

ست سنگ جي سنسڪارن پوندي پوندي هن لسچي ڪيوله جي ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موڪش جي موج ماڻڻي آهي ته بس ست سنگ ئي هڪ جاءِ آهي جنان اِهي سڀ پدارٿ سولائيءَ سان ملي سگهندا. سنسار روپي ساگر مان پار لنگهڻ لاءِ ست سنگ کان وڌيڪ ايڃاءِ وارو پيو ڪو به جهاز جڳت پر ڪوله آهي. جنم مرڻ جي ڦيري کان ڇٽڻ لاءِ ست سنگ سمان پيو ڪو اُپاءُ ڪولهي.
سنتن جي سنگ کان وڌيڪ هردي کي سيتل ۽ شڌ



## سنگتن جو سنگم

ست سنگت ۾ پائيئي نرمل آتم بوڌ،
هيمراج تنج آن سنگم ست سنگت کو سوڌ.
سنت بڙي پرمارٿي آتم جانکا دان،
تم متاوين ردي کا هيمان ديکر گيان.

ڌرماتما پتا ۽ ڀڳتي ڀاءُ ۾ ڀيل ماتا جي وڏل شپ سنسڪارن جو ڀرڀاو سري پوجراج تسي لعام گهڻو ٿيو هو، ويتر جو سندس ماتا ڏهاڙي ڪيس مندر ۾ ولي و ٻندي هئي ۽ گهر ۾ ٻڌ ڪنهن نه ڪنهن ڀڳت جا چرتر رسيلي نمولي ۾ کيس ٻڌائيندي هئي، تنهن ڪري سندي هردي روني ڏرلي ۾ مهاپرش جي سنگ لاءِ سڪ جو سلو اڀريو. ننڍي هوندي کان منجهس ست سنگ ۾ وڃڻ جو ڏاڍو اڀير ٿيو. اسڪول ۾ جڏهن پنجون درجو انگريزي پڙهندو هو تڏهن ٿي ست سنگ ۾ وڃڻ لڳو. اهو ست سنگ ست سري ۱۰۸ مهاراج سوامي هيمراج صاحب چداڪاشي جن کي مجھ وارن ست سنگين جو هو، جو هرُ ڏهاڙي شام جو گڏجي ڪندا هوا. ست سنگ ۾ ڪيتا ڪيرلن

اون الهن جي چار ٻه مٺان ڦاسين. اهڙيءَ رات من کي سمجهائي سري پوچراج گهبرايو ڪين، اللو وڏيڪ سهڻ شيل ٿي سمجهائين ته چنتا ڪرڻ مان ڪجهه ڪين ورندو.

چنتا تانکي ڪيجئي جو اَن هوني هوءِ،
اِهه مارگ سنسار ڪا ناڪ ٿرنهين ڪوءِ.

هاڻي سندن گهرو جيوت وڏيڪ ڏکائي ۾ سنجهه سان هارڻ لڳي ۽ سندن لرواه ڏينهون ٻوءِ البت ڏکيو ٿيڻ لڳو، پر ماتا دل نه لوڙهي. جيڪي ٿورو گهڻو سندس پيو لمبر پت ڪمائي ايندو هو الهيءَ مان هوءَ جئن لئن پورائو ڪرڻ لڳي. الهيءَ ريت پنهنجي گهر جي گاڏي ڪي پيٺي گهليندي هئي. اهڙين ڏکين اوستائن هوندي به سري پوچراج جو پڙهڻ چالو رهيو. سندس ماتا جي مرضي هئي ته ڪيس گهٽ ۾ گهٽ مئترڪ تائين پاڙهجي؛ تنهنڪري سندس پڙهڻ جي خرچ جو به پورائو ڪندي رهي.



چاهه دنيا جو نظارو ڏير واريءَ ڪانسواءِ،
چا دنيا مان تو ملي بس بيقراريءَ ڪانسواءِ.
١. آهه ويراني سراسر تا چون جنهنکي وسهن،
چا دنيا ۾ تو بچي ڏس! ڏيرواريءَ ڪانسواءِ.
٢. منت ۽ محتاجي بڻي مارڳ آهن مايا سندا،
ڪين پڙهيوڪنهنکي هت ڪجهه زيرباريءَ ڪانسواءِ.
٣. حيف بدبختيءَ ۾ اولانيا ڏين تا خود عزيز،
چا وٺيو ڪنهن دلبريءَ مان آهه زاريءَ ڪانسواءِ.
٤. باغ دنيا ۾ رهڻ سرهوجي چاهين گل مثل،
رک نہ گل مان ڪا خواهش خار زاريءَ ڪانسواءِ.
٥. دم بدم پاڇي مثل هت پائمالي ٿي رهي،
ڪين ڪجهه آيو نظر ناپائداريءَ ڪانسواءِ.
٦. گل ٿڙيا جي صبح جوو يا شام جو ڪومائجي،
چا ٿيو دنيا مان حاصل شرمساريءَ ڪانسواءِ.
٧. مير ماهر معتبر مايا منجهائي سڀ وڏا،
ناهه مڪريلڻ ۾ مٽيا ڪا مڪاريءَ ڪانسواءِ.
٨. ملتن ميلن ملاقاتن منجهان ڪنهن چا وٺيو،
خامشي خلوت جي ڪنڊ آهه ۾و ڏ خواريءَ ڪانسواءِ.

شري ۾جراج من کي سمجهائڻ لڳو تہ اي من! هي سڀ سنبنڌي ۽ پدارٿ وڻ جي ڇاڇي وانگر آهن، اگيالي جيو کي بدن ۾ بڌڻ لاءِ هت ڪڙيون آهن، تنهنڪري

ٻرڪيالون ايشور ٻنهجن ٻارن کان جڳان جڳ وڇڙيو هو ايجي. انهن ٻرڪيالن سان سچن برهمڻ جو ٻريم هڪاري پڪو ٿيو هو. سري ٻرچراج ٻرهو سلا سنسڪار ٻولدا رهيا هوا انهن هن ڳالهه ٻرٻنهجي ٻلاٽي سمجهي ۽ سندس دل روٻي دريا ۾ سنسار جي ناستي ۽ ان استرتا جون لهرون وري اٿڻ لڳيون. ٻاڻ کان ٻچڻ لکو ته:-

ڪٿي پوچ پيارو ويو ٿي روانو؟
ڪٿي پيڻ پائن ڪيو آشيانو؟
سڪيا بي بقا جي سيڪاري ويا،
جدائيءَ جو مستان ڏيئي بهانو.

سندس ماتا لاءِ هي وڏيون ٻرڪيالون هيون ۽ هڪ ٻئي ٻيان وڏا ڏک هوا، ٻر هوءَ ٻريو ٻرهمڻ هئي تنهن حوصلو نه هاريو ٻر دل کي آلت ڏيئي ڪرتار جو ٻاڻو ملو ڪري ٻوڳڻ لڳي. هوءَ سدائين انئن چوندي هئي:-
جوئرڪره سوئي ٻل همري - ٻيڪر ناڪ سکر چرناري.
سنساري حقن لاءِ سنبنڌن جا اهڙا وڇوڙا موهه جي ڪري تمام ڏکدايڪ ٿيندا ٻون. اهڙن موقعن تي هنن جون وايون ٿي بتال ٿيو وڃن ۽ من لڪاٽي نٿو رهين. ولو هاءِ گهوڙا مچائين، روح ۽ راڙو ڪري ايشور ڏاهن ڏک ڏورايا ڪن. انهن ٿا سمجهن ته ايشور ٻاڻ ٻلو آهي ٿيهڪري جهڪي ڪريٿو آهيءَ ٻر نه اوس اسالجي ٻلائي آهي ۽ انهي جو پيا ڪرڻ نه گهرجي. هن مان سواءِ ٻلائيءَ جي ٻيو ڪجهه ٿيڻو نه آهي.

# وڇوڙي جي وڇور

نہ ڀُل دوست! پنھنجو ڏسي آب مان،
اٿئي وڻ جي پاڇي جي سيئي سمان؛
ڀيِيون حالتون ھَسٽ سدائين ڦرن،
نہ مستان ٿي پر اُٿي ڏي ڏيان۔

مٿي ڏيکاريو ويو آھي نہ سري يوجراج اچا ٨ ورھين جو مس ھو نہ سندس پتا پرلوڪ پڌاريو۔ سندس ماتا جي من تان اِھو ڦٽ اچا مٽيو ئي مس نہ سري يوجراج جو وڏو ڀاءُ جنھن تي سڄي ڪٽنب جي پالنا جو آڌار ھو اُھو سنہ ١٩٠٩ع ۾ ڦوہ جواڻيءَ ۾ سرڳواس ٿيو۔ سگھو ئي وري سندن ھڪ ٻي پياري ڀيڻ پرڻ سديو لاءِ موڪلائي ويئي۔

ديالو ايشور جيڪي ڪري ٿو اُن ۾ ڪانہ ڪا ڀلائي رکيل ھوندي آھي ۽ اِھيءَ ڀيد کي اُھو گرمکہ سمجھي ٿو جنھنجي ستگوروءَ ٻڌي نرمل ۽ اُجاگر ڪئي آھي۔ ڀيو نہ نہ سارو سنسار ھنجي ڳجھ کي نہ پروڙڻ ڪري ڪي جو ڪي وڦلي رھيو آھي۔ ھنجا رنگ ۽ ڍنگ ئي نرالا آھن۔ سندس ڪلا جو ڪير ڪاٿو ڪري؟ ھي

هري رام هري هري جي ڏني لڳائيندا هوا. ڪيترن
سمايل ليڪ لي جوڪرن کي ٻڪرا ۽ ٻوڙيون ڏيندو هو
جنن هو ڏاڍي ٻرٻر سان اچي ڪيرائن ڪن.

سڀئي ڏينهن جا ٿير اهڙا نه ناهي؛ چڱا هوائن جو
سدائين رنڌل ڏسڻ ۾ ايندو هو. رات جو نه ماٺا ڪي
ڇرلو لدلا ڪري ٻوءِ هنڌ اي ويندو هو ۽ ٻرارٽنا ڪرڻ
ڪالهوءِ سڀئي ٻولندو هو. سمهڻ مهل الين سمجهيندو هو
ته آءٌ ڌ ٻالو ايشور جي گود ۾ ليٽان ٿو.

اهڙيءَ رهڻ هيءَ ٻراويءَ جو ڪل سرڳ جي ڪلپ
ورک جي ڪل جيان ڦڪار ڏيڻ لڳو.



تون ميري پت تون هيءَ ميرا ڳهٽا،
تجهه بن نمک نہ جائي رهٽا.
تون ميري لالن تون ميري پران،
تون ميري صاحب تون ميري خان.

اک رهاءُ

(٢) جيٺُم تم راکهہ ڌوهي رهنا،
جو تم کهو سوئي موهہ کرنا؛
جهہ پيکهون تها تم بسنا،
نريٺم نام جپيٺم تيرا رسنا.

(٣) تون ميري نوند تون پندار،
رنگہ رسا تون منهہ آڌار؛
تون ميري سوپا تم سنگہ رچيٺا،
تون ميري اوٽ تون هي ميرا تکيا.

(٤) من تن آنتر تُهي ڌئائيا،
مرم تمارا گور تي پائيا؛
ستگر تي درڙئا اک ايکي،
نانک داس هر هر تيکي.

سانجهہ جو چوکرن کي کنو کري پنهنجي گهر جي متان ماڙيءَ تي وٺي ويندو هو؛ اُتي سڀ گڏجي شبد ڳائيندا هوا. کڏهين وري هري رام هري رام

سمجهندو هو. جي تندرستيءَ کان سواءِ ڌن، دولت، مان، پرتاب، سڀ سواد ڪهڙي ڪم جو؟ بيمار ماڻهوءَ کي ڪجهه به مٺو نه لڳندو. هن کي اهي سڀ پدارٿ ڏکيا ئي پيا لڳندا. هو ڀلا ڇا ڪري سگهندو؟ ڪهڙو ڪندو ڪرم، ڪهڙو ڪندو ڌرم؟ ڪهڙي ڪندو ديس سيوا، ڪهڙا پرئندو جاليءَ جا گهڙا؟ هن کان ڪجهه به ڪين پڄي سگهندو. سياڻن ٺيڪ چيو آهي "ايڪ تندرستي هزار نعمت." پرهيزگاريءَ جو پاڻ نه ڇڏڻ ڦينگهي ۾ ٽي ڪو ٻڌو هوائين. ڪڏهين به ٻين ڇوڪرن وانگر وات لي چرچر اتوا ڪمهلو کاڌو نه کائيندو هو جيڪي نه گهر ۾ ملندو هوس سو ٻرابر سان کائي اٿندو هو. چشڪي وارن اتوا رسدايڪ کاڌن لي دل کاڻ ڪيندي هيس.

پرڀات جو سويل جڏهن سنڌس ماتا اٿندي هئي تڏهن هو به اٿندو هو. ڀوڳهائين ماتا کي ڀرڻ پئي سندس آشرواد وٺندو هو. پوءِ ضروري ڪريا کان آجو ٿي اشنان ڪري وڃي ماتا سان گڏ پڄن ڪندو هو؛ سڀ کان سکيي اتوا سري گيتا جو پاٺ ڪندو هو. پڄن اهڙي نه پريم سان ڪندو هو جو سرير جي سڌ نه رهندي هيس. ايشور کي ئي پنهنجو سچو ماتا پتا ۽ آڌار اُجهو ڪري سمجهندو هو.

(١) ٿون ميرا سکا ٿون هي ميرا ميت،
ٿون ميرا پريتم تم سنگم هيت؛

اهڙي اوچ ٻڌي!

ڪو ٻه ڪم اُبهرائيءَ سان اٿوا اڏو گاٻرو ڪڏهين نه ڪندو هو. سڀ ڪريا تمام ڌيرج ۽ ٺهر سان پوري ڪندو هو. جيتوڻيڪ ڪپڙا سادا پائيندو هو پر سدائين اُڇو اُجرو پيو لڳندو هو. ڪڏهين به مَس پينسل اٿوا مس جو ڇنو ڏسڻ ۾ نه ايندو هو. سندس سچاوت ۽ سنڀال جي ڳهڙي ساراهه ڪجي. سندس صفح ۾ هر ڪا شيءِ ٺاٺيڪي ۽ تمام اوجل ۽ سوڌيءَ ريت رکيل ڏسڻ ۾ ايندي هئي. ڪنهن به مهل ڪا شيءِ ڳهرٻل تيندي هئي ته سولائيءَ سان پنهنجيءَ جاءِ تان ڪڍي سگهبي هئي. ڪتاب پڻ اهڙيءَ سنڀال سان ڪتب آڻيندو هو جو سڄو سال ڪم آڻڻ کان پوءِ به نئين جهڙا پيا لڳندا هوا. سندس رهڻ وارو ڪمرو وري اهڙو ته اُڇو اُجرو هوندو هو جو ڇڻ مکه پيئي نه ڪري. جڏهين اسڪول مان موڪل ملندي هيس تڏهه ڇپ چاپ سڌو گهر هليو ايندو هو.

ديسي ڪئرٽن سان دل هوندي هيس. الهيءَ ڪري نڊي هوندي ڪان ٺي سرٻر ۾ ڦڙت، سگهارو ۽ ٻولاٽو ڏسڻ ۾ ايندو هو. سندس اسڪولي ڇوڪرا به سندس ٻل ۽ ڦڙتيءَ ڪي ڏسي ڪيس ساراهيندا هوا. ڪاٻه پيٽ جي اٿوا ٻي ڪا سرٻر جي رنجهه ڪنجهه تيندي هيس نه الڪي ڪئرٽن جي آسري لاهيندو هو. جهڙي ٺهڙيءَ بيماريءَ ڪي نه هو ليکيندو ٺي ڪين هو. تندرستيءَ جي ڏاڍي سنڀال ڪندو هو. هنکي وڏي وٿ ڪري

چڙبو هو. اِهي ڪري هيءَ ٻاڙي وارن ۾ ڏاڍو پيارو لڳندو هو. هن بابت ٻاڻ هڪ هنڌ چيو اٿس.

پريم سان ڪر خلق جي دل پوءِ خوش،
تو مٿان مفتون ٿئي سارو جهان؛
جڏ اکيون پنهنجيون وڇائي فرش جن،
دوست دشمن کي ائين ڪر آجيان.

اهو ته هو پنهنجي ڪلاس ۾ ٻاڙيوارن سان سندس ورتاءُ. اسڪول جي ماسترن سان سندس جيڪا هلت هئي سا سڀ سڀلتا واري هئي. هو سدائين نمرتا، ادب، ۽ آگيا پالن سان ساڻن ورتندو هو. سندس سڀاءُ تمام مٺڙو هو تنهڪري رڳو گهرج مهل ساڻن ٿورو ڳالهائيندو هو. ڪيس اهڙو مٺڙو ڏسي ماسترن کي به دل ٿيندي هئي ته هيءُ منوهر ٻالڪ اسان سان به اکر ٻولي. ماسترن جو جڏن لاڙو ڏسندو هو اهوئي نموئو ٻاڻ ورتندو هو. جي ماستر ڪيس پاڙهيندا هوا سي سندس ڏهن ۽ لکي سمجهه کي ادب ۽ آگيا پالن، نهٺائي ۽ ٽڙسڀ جهڙن سلڻ سياون سان مليل ڏسي سندس ساراهه ڪرڻ کان ڪين رهندا هوا.

سندس مت مالت ڪڏهين هن ڪان ڪي پرشن پڇندا هوا جن جا اُتر هيءُ اهڙا ته سمجهه پرڀا ۽ ٿورن اکرن ۾ ڏيندو هو جو هو تهرس جي تلاءَ ۾ ترڻ لڳندا هوا ته ڇا لڳي هن ٻالڪ جي اوستا ۽ ڇا لڳي سندس

جيڪڏهين ڪي جهيڙا جهٽا ٿيندا هوا ته وچه ملڻ لي وچ پئي ٻنهي ڌرين کي کير کنڊ ڪري ڇڏيندو هو. ننڍي هوندي کان ئي سلوڪ ۽ شانتيءَ جو ڪانکي هو. پراپڪار، شيوا ۽ ديا جو انگ ۾ منجهس ڏاڍو هو. جيڪڏهين ڪو سندس ڪلاسي ڇوڪرو بيمار ٿي پوندو هو ته کيس پڇڻ لاءِ سندس گهر ويندو هو ۽ جيڪا شيوا هڪي. گهر بل هوندي هئي سا ڪندو هو. زالدين ڪندي جيڪڏهين ڪنهن ڇوڪر کي ڏک لڳندو هو اتوا پيو ڪجهه ٿي پوندو هو ته ديا جي اُڏبن ٿي سندس ملم پئي اتوا پيو ڪو اپاءَ ڪندو هو. ننڍي هوندي کان وٺي پئسو جيتي اتوا اجاين خرچن ۾ نه وڃائيندو هو. جيڪا کيس خرچي ملندي هئي اُها گڏ ڪري الهيءَ مان غريبن ۽ گهرجائو ڇوڪرن کي پنا، پينسلون ۽ ڪتاب وٺي ڏيندو هو. هڪ ڀيري جي ڳالهه آهي ته سياري ۾ جڏن صبح جو اسڪول ۾ پي ويو ته ڇا ڏٺائين ته هڪ غريب ڇوڪرو سيءَ ۾ پيو ٿڙ ٿڙ ڪنبي. کيس اُنهيءَ بالڪ تي ڏاڍي ڪهل آئي ۽ ٽڪا ڪيائين هر لڪا ٽر، نه پنهنجي سرير جو ڪو ويچار ڪيائين، نه ماءُ ۽ پاءُ جي ڪاوڙجڻ جو دپ چت تي آندائين ۽ جهٽ پنهنجو گرم ڪوٽ لاهي ڪٽي هن بالڪ کي ڏنائين. هنجو شيوا ڀاءُ ڏسي پاڙي جون زالون کيس پنهنجو هاج ڪم چوندا يون هيون جو هو خوشيءَ سان ڪري ڏيندو هون. ڏڏ، کير ۽ ڀاڄيون کين آڻي ڏيڻ، هن پنهنجو لت ليم ااهي

ايندو؟ اسڪول جي موڳي ۽ موڙهل ڇوڪرن جي هو ڏاڍي دل وڻندو هو. جيڪي سمجهه ۾ نه ايندو هون سو ڪين سولو ڪري ۾ ۾ سان سمجهائيندو هو. جڏهن ڪنهن ڇوڪر کي سندس ڪتاب، ڪاپي، پنو الوا پينسل کپندي هئي نه وڏيءَ دل سان ڪيس ڏيندو هو.

هڪ ڀيري سندس ڏيڍو ماڻا روئي تڪر تڪري ٿي ڪئي. پهرياڻين هڪ ڪانءُ آيو، هن پاڻ اکيلو اُٿا سموري روٽي ۽ ڪاڏي ۾ ڪان ڪان ڪرڻ سان ڪيترن ڪانن کي ڪٺو ڪري ٻوءِ پنهنجي ٻيءَ آهر اُنهان ڪاڏائين. هن ڳالهه جو سري پوڄراج جي هردي تي اثر و ۽ ۾ ۾ پيو جو الهيءَ ڏينهن ڪان وٺي جيڪا شيءِ نول ڪيس ماڻا ڪاڻ لاءِ ڏيندي هئي سا سنگتين سان ونڊي ورچي کائيندو هو. واه ٻڌيوان ٻالڪ لنهنجي ڳڻ ڳراهڪ ٻڌي!

منجهس اِهو ڳڻ هوندو هو جو ڪڏهين نه ٻلجي ڪنهن لي چغلي نه هڻندو هو. ڇوڪرن جون جيڪي ڪتابون ڪتابون ڏسندو هو ان لاءِ پنهنجي مڙئي مک سان الهن کي اهڙي نه سندر ريت سمجهائيندو هو جو اُنهن اوٽاين لاءِ ڪين ٻچتاءُ ليندو هو ۽ وري الهن ۾ پاڻکي ڦاسڻ نه ڏيندا هوا.

سندس سادگي، سچائي ۽ سلچڻائيءَ واريءَ رهڻ نه رڳو چڱن ڇوڪرن کي ڇڪيو ۾ ڪيترن ڏڻگن ڇوڪرن لي ۽ گهرو ۾ پاڻ ڪيو. اسڪول جي ڇوڪرن ۾

پنهنجي ڪلا روپي سورج مان ڪرڻا ڪڍڻ شروع ڪيائين. ڪم ماستر صاحب سمجهايو نه آهي ته سندس دل تي اُڪريو نه آهي! اهڙو ٻالڪ تي چت لائي ٻڌڻ ته هن کان ڪو سگهي! مجال آهي ڪن کي جو انهيءَ مهل ڪو ٻيو ڦرڻو اٿاري. ساري مهل ڌيان ڪي هڪ ٽڪ ڪري ويٺو سکيا سڻندو هو. وري ذهن ۽ سمجهه جو اهڙو تکو هوندو هو جو جيڪي اُهي ٻڌندو هو سو اوڏي مهل ئي ياد تي ويندو هوس ۽ ڪيس اسڪول کان پوءِ پڙهڻ جي گهڻو ڪري گهرج نه رهندي هئي. ڪهڙا نه ڏکيا حساب اٿوا منجهيل مضمون سمجهڻ ۾ ڪيس اٽڪ نه ٿيندي هئي.

پڙهي پڙهندا ڇا سي عاقل عقل جا ڌڻي،
جن جي مستڪ ۾ بکي گوهر گيان مڻي،
ڪهڙي حاجت تن کي جو پڙهن پاٺ ڪڻي،
وديا خود بڻي، داسي جن جي در جي.

سندس هلت ۾ اهڙو ته پريم ۽ ميٺاج هو جو جئن چقمق جي ٽوروٽي اوڏو اچڻ سان لوهه پاڻ کان پاڻيهي ونس ڇڪجي ايندو آهي تئن هنجي هلت ڏسي ڪيترا ڇوڪرا پاڻ کان پاڻيهي ڏانهس ڇڪجي ايندا هوا ۽ ڪيس ڇڏڻ تي دل ئي نه ٿيندي هين. انين پيا چاهيندا هوا ته هيءَ اسانجو سنگتي تي رهي. پلا گلاءِ گل کي ٽڙيل ڏسي ڪير نه سندس سونهن ۽ سڳنڌيءَ تي ڇڪجي

## مڪتب ۾ ماڻڪ

قدرت ڪري جنهن منش تي آد کان آشيرواد
ويدن جو تنهن وير کي انيؤ ڏئي آگاڏ
مؤج من ڪري ھستان سو ٻڌي اناھد ناد
ڪري نہ واد وواد معمولي منش جيان.

سري ٻوجراج جڏهن ٥ ورهين جو ٿيو تڏهن کيس اسڪول ۾ وهاريو ويو. سندس ٻڌي تيز هوندي کان ئي هئي لڳي، سو جيڪي بہ پاٺ پڙهڻ لاءِ ملندو هوس سو جهٽ پٽ ياد ٿي ويندو هو سگهي. ايشور جي اگاڌ گت جو ڪير پتو پائي! اڃا ٨ ورهين ۾ ٻيو پاٺالين لہ سندس پتا ديوان لوڪومل پرلوڪ پڌاريو. انهيءَ ڪري سڄو ڪٽنب سري ٻوجراج جي وڏي ڀاءُ سري وڌومل جي سنڀال هيٺ رهڻ لڳو. سري وڌومل کي سڪر ۾ ريلوي جي نوڪري هئي جنهن ڪري سارو ڪٽنب بہ وڃي سانس سڪر ۾ رهيو. سري ٻوجراج ڇوٿون درجو سنڌي پاس ڪيو تہ انگريزي وديا وٺڻ لاءِ سڪر جي هاءِ اسڪول ۾ پڙهڻ لڳو. ننڍپڻ کان تيز هوندي کان ولي مٺا پيئي پڪندي هئي. اسڪولي ڪمن ۾ ٿي

پرڀاڪار جي ڪر ۾ ستل ٿيندو هو. واه ماتا تنهنجي
پرڀاڪار جي جيولي! واه ماتا تنهنجي ٽولي!! واه ماتا
تنهنجي ٻولي!!! ٻلي ٿـون ڀارت ۾ آئين. ڀارت کي
توجهڙن جي سدائين ضرورت آهي. ڀارت کي توجهڙن
ديوين تي ناز آهي.



جهڙي لهڙي ماتا نہ هئي. هڪ پاسي سلن کٽن ۽ پڳتيءَ سان پرپور هئي تہ ٻئي پاسي ٻارن ۾ اعليٰ سنسڪار ڦوڪي آدرشي ٻائڻ ۾ جهڙس ئي ڪا هوندي هئي. پنهنجي ٻچي کي ڪچيءَ کان ئي اهڙا سنسڪار ڏئي وڌائين جئن هرهڪ شيءِ مان هو ڪجهہ چڱي سکي. ڪهڙا نہ چاڳرئي ڦوڪيندڙ وچن ڪيس ڏئي باهہ پڌايا اٿس! چائي چوندس تہ اي ٻچا! هن ڏئي کي رواجي ڏيو نہ سمجهہ. هن ۾ وڏو ڀيد پرڀل آهي.

جو ٿو ڏيو پائيو، سو سورج سهائو،
اڏن اونداهو ٻي ڳالهہ مڙيئي ڳجهہ جي.
(شاهہ صاحب)

اِها پرولي پوريءَ ريت کيس وٺي سمجهائي اٿس.

وري غريبن، گهرجائن ۽ جذن لاءِ سندس هردي ۾ ڪيڏي نہ ديا هئي! هر ڪنهن مهني جي ڳيارس کان هڪ ڏينهن اڳي ساري پاڙي جي هرهڪ گهر مان هڪ سير اٽي جو ۽ ڪجهہ چانور ولندي هئي ۽ پرپات جو اٽي کڏ ڪيل اٽي مان روٽيون پچائيندي هئي ۽ چانور دال رڌيندي هئي. ڪرلهڻ ٿي اهو سمورو سامان سري پوڄراج ۽ سندس ٻارن کان ڪٽائي وراهڻ لاءِ لڳرندي هئي. واٽ تي لُولن، لنگڙن، انڌن ۽ گهرجائن کي روٽي، دال ۽ چانور ڏيندي، ٽالهو ٽليليءَ ٽائين وچي دلگهہ ڪندي هئي. ڳيارس جو ڏينهن هن ماتا ۽ سندس پٽن جو اهڙي

٥- هي منا! آهي ڏيئو هيءَ جوت اندرينءَ جو نشان،
ياد هنجي ڏسڻ مان ٿي جوت ٿئي دل ۾ جڳيل
٦- ڪونڙيءَ هردي جي ۾ هروقت روشن ٿي رهي،
گيان جوتي جاڳندي نرمل، اکنڊ ۽ نت اَچل
٧- من مڙهيءَ ۾ ٿي ٻري جوتي اکنڊ جا گيان جي،
روپ تنهنجو آهه سو پرڪاش، شڌ آدي اٽل
٨- جوت سمجهي پاڻکي تون تيجسي ٿي رهه سدا،
سوجهري سندر اِنهيءَ کي رکُ سدا مکه ۾ نڙيل
٩- مون پڇيو ماتا کان .پوءِ ڇوٿا نمون ڏئي اڳيان؟
مونهن تي ڇوٿا گهمايون جوت هن مان هٿ پريل؟
١٠- پيار مان پاڪر پري مونکي ڇيائين بڌ منا!
نمڻ مان سمجهڻ کپي آپو صفا ارپڻ ڪيل
١١- هٿ پري لائڻ مان ٿي ٿئي يادگيري تيج جي،
گيان آنند تيج سان گهرجي رکڻ مکه کي نڙيل
١٢- هيءَ بڌي اُپديش ماتا جو ٿيم تن من نهال،
مون ڏئي برندڙ مان سکيو گيان اَنپوَ جو عمل
١٣- ماتا جا ميان اُپڪار ٿـو نهدل گهڻا،
جنهن ڏيکاريو گيان جو هردي اندر ديپڪ جڳيل.

هن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته سري پوڄراج جي ماتا ڪا

٥- سؤ اُستادن کان پڙهه سرسا. ماتا جا آهن نينهن ناتا
٦- شيلونت ماتا آهي جنهنجي-
پوءِ اُنهيءَ سيئَي سکہ پاتا.

هن پڙ پر پڙهڻ ماتا جو لمر هو للو هو پرالهہ ۽ سالجهيءَ جو منڊر پر وجي مٿو نيکرڻ. پاڻ سان گڏ پنهنجي هن بالڪ کي بہ ولي ونهندي هئي. جڏهن هيءَ بالڪ انکل ڏهن ورهين جو هو لڏهين هن هڪ ڏينهن مڙهيءَ پر پرلدڙ جوت بابت پنهنجي ماتا کان جي پرشن ڪيا آهن ۽ وري سندس ماتا جي کيس اُلر ڏنا آهن تن بابت سوامي پوڏراج صاحب جن سري الدر جي آلاپ پر هڪ ڪڙتا پر من موهيندڙ ورنالت ڏنو آهي جا ڪوتا هيٺ ڏجي ٿي.

ياد مونکي آهہ هڪ بالکپڻي جي ڳالهہ ٿيل
جو وٺي مونکي هلي ماتا مڙهيءِ پر کنهن مهل
١- مون مڙهيءِ جي ڪوٺڙي هڪڙيءَ پر پيهي جا ڏٺو،
رات ڏينهن هڪ کنڊ پر اُت ٿو رهي ڏيئو پريل
٢- عجب پر اوڏي مهل ماتا مٿيءَ کان مون پڇيو،
جو اجايو آهہ ڏيئو ڏينهن جو پاري رکيل
٣- هيءَ بڏي بالڪ ننڍي جو سوال ماتا مشڪيو،
مشڪ پر ماتا جي هوا واهہ! سرگہ جا سپ سکہ پرپل
٤- چاهہ مان مونکي چميءِ اُن وچن اُنت جيڪي چيا،
سي اٿم دل تي سندر اُپديش اعليٰ اُکريل

۽ آنند دايڪ للاءِ ۾ پيٺي اشنان ڪرائيندي هئي. واه ماتا! تنهنجون اهڙيون سرويشٽ سکيائون. ڌن ڌن آهين تون ۽ ڌن تنهنجو پروار.

ڌن اُها جننيءِ جا اهڙا پاٺ پاڙهي،
جڳائي جوت جا انڌڪار ٽاري؛
ڪچيءَ ڪان ئي وجهي ويچار سندر،
مڪت پيڙيءَ مٿان مستان چاڙهي.

اِها ماتا نه آهي جا بالڪ جي ڪرم ريکا کي ٽاهي ٿي. اِها ماتا نه آهي جا بالڪ کي شيءِ گڻن سان شوڀيڪ بڻائي ٿي. اِها ماتا نه آهي جا بالڪ جي ويچار کي وشال بڻائي ٿي. اِها ماتا ئي آهي جا بالڪ کي پرم پد تي پهچائي ٿي. ماتا جهڙو جڳت ۾ اڄ تائين نه استاد ٿيو آهي نه گورو نه رهبر. ماتا جو پد مڙني کان مٿيرو آهي. مهاپرشن چيو آهي ته ماتا جي چرڻن هيٺان سڀئي رڌيون سڌيون ۽ سرڳ سمايا پيا آهن؟ پارٿ سوامي ٻوڌراج صاحب جن ماتا جي مهما ۾ جي شبد لکيا آهن تن مان ٿوري لاءِ هڪ هتي ڏجي ٿو.

گهر جو مان سچو آهي ماتا.

١- ماتا سچو گورو آهه پهريون- جڳ ۾ هڪ ئي جيون داتا
٢- ڪرم ريکا جي ناهڻ واري- ماتائي آهي ورداتا
٣- گيانوان ماتا آهي سچ پچ- سرو سکن جي پورن داتا
٤- ماتا جي لولي منڊيءَ مان- رشين ويد سمورا جاتا

جاڳايو ۽ سندس چت جو لاڙو پرماتم پگتيءَ ۾ وڌايو
پلا چندن جي پرسان بيهڻ ڪري تن من سيتل ٿيو ٿئي
۽ مغز سگندت ٿيو ٿئي؟ سو جنهن جي گود ۾ اهڙو
ستوگڻي بالڪ پيو کيل کيليندو اٿئي چولہ اڳيو پرياءَ تيندو
۽ اندر ۾ چولہ جاڳرتا ايندي؟

هن هونهار بالڪ ماتا جو ڌيان هڪ وچتر ليلا ڏانهن
ڇڪايو. اها هيءَ هئي تہ اڳي جيڪي بالڪ کيس تيا هوا
سي پين پارن وانگر پيا رندا رڙندا هوا پر هيءَ بالڪ
ڪڏهن سر ۾ ڪ پيڙا ڪالسواءِ رنڊوئي ڪين هو. ڪلاڪن
جا ڪلاڪ مات ئي مات ۾ وٺو رهندو هو. پلا هن
وچاريءَ کي ڪهڙي سڌ تہ هيءَ مٺيا وارو بالڪ مات
ئي مات ۾ ڪئن مؤن جو ساڌن پيو ساڌي!

بي تنهن شانت ۽ سُن جو پيالو،
بڻايو بي رڌو پنهنجو اُجالو؛
پلا بولي پين کي چا بڌائن،
جني لئہ مات ئي بڻيو رسالو.

پلا جنهن بالڪ کي پرڀوءَ جي پياري ماتا گود ۾
وهاري سڪ سان اهڙيون سکيائون ڏني سو ڪهڙن نہ
اُچ سنسڪارن سان پرڀجي پوي ها!

جئن جئن سري پوجراج ويو وڏو ٿيندو ۽ سندس
سمجهہ ۾ ويئي وڌندي تئن تئن سندس ماتا بہ ويئي
کيس سندس پوگيتا موجب اليڪ لهوتن جون اُٺم سکيائون
ڏيندي. ڪڏهين ۾ هلاد پياري جي پورن پرڀو ۽ اڏول

## ماتا جي مور

پاڳن وارو آهه ٻچو سو، جنهن کي گياني ماءُ ملي
ڌرم نيت مرياد ڀڳت جا، تنهنکي سڪمان سبق سلي
ميٺا ونتي مدالنسا جان امر ڪري اولاد کي جا
جڳت اندر مستان اُنهي ماتا جي چوڻ پوءِ ڄاڪ هلي.

سنڌ جا ڀاڳ ڪولڻ ۾ ساڻو ڪتا ڦيلاڻا ڪالر ايشور اهڙي رچنا رچي جو اڄا مهدو ڪن مس لهرو ۽ سري ڀوڄراج کي لڌ هي ليس اڄي ويٺي جنهن ڪري ديوان لوڪومل ساري ڪتب کي ساڻ ڪري حيدرآباد ڀيڻ جي گهر آيو. ماتا هن ڪنول کي ڪومايل ڏسي ڪجهه گهٻرائي پر ديوان صاحب کيس چيو ته "لوهين ڪنهن ۽ پرڪار جو الڪو نه ڪريو؛ هن سنسع جي ڏلل لعل، پرڀوءَ جي بياري کي نه آهي لهر نه لوڏو." اهڙيءَ ريمع ديوان صاحب کيس آٿت ڏيئي پاڻ ڪوئيٽا روانو ٿيو ۽ هيڏانهن سري ڀوڄراج نه وڌو چاڪ ٿيندو.

هڪ ڏ ماتا اڪيلي هئي ٻچيوان، وري جو کيس مليو هيءَ ٻالڪ مٺيارن، تنهن سنڌ س اُمنگن کي ٿين سر

ٻڙهي ٻڌائي :-

شڪر جو ڪره اوُچ ودّيا جي پراپتي ڪرائڻ وارو آهي جو ڪين مهاوِدوان بڻائيندو. ورهسپت جو دسم اُستان ۾ آهي اهو ڪين راجائن والکر راجائي ڪرائيندو. ڪيتو جو ورهسپت سان ڪٺو آهي سو ڪين يوڳ ۾ ليشٺا ڪرائيندو ۽ مهان يوگين والکر اوچ سماڌيءَ ۾ اِستت بڻائيندو. چندرما ستي گڻ جي ٻڌي ڏيندڙ آهي جو ڪين ٻرهم ودّيا جي ٻوڌ سان پرڪاشمان بڻائيندو. چنچر ڪين چڱيلائي ۽ ٻل ڏيئي ٻلوان ۽ تند رست بڻائيندو ۽ ڪيرلي ڏيئي چوڌاري سندس ناموس وڌائيندو. منگل چنچر سان گڏجي تو جنهن ڪري ڪيس ٣٨ ورهين ٽائين وهاڻ ڪرڻ نه ڏيندو. سندس نالو يوجراج رکيائين. يوجراج سنسڪرت اکر آهي جنهن جو ارٿ آهي يوج ار ٿالت سڪه ۽ راجيه ار ٿالت راجا سکن جو راجا. سچ پچ هو به راجا بڻجي سچي جيوت آللد ۽ موُج سان وليت ڪيائين. ديوان صاحب ۽ ماتا صاحب هيءَ سماچار سڻي تمام پرسن ٿيا ۽ مهاپرش جي وچن ۽ هڪ رات جي ڏالل اچيي کي سچو سمجهڻ لڳا.



. تون آهي أعاجيبي جنهن جي ڳرڀ مان اهڙو رمطيڪ رتن اُپن ٿيو. تون آهي اُهو پتا جنهن کي اهڙو پتر سنتان ٿيو.

تون اُهو ماتا پتا ۽ تون ڪٽنب پروار سو،
تون اهو محلو شهرجت هيءَ اچي اوتار ويو؛
تون اُهوئي ديش ۽ جاتي سڄي،
جت اچي مستان هيءَ منتار ويو.

ڏيهن لڙلدي ڪا ويرم؟ اڪ چپ پر ڇهون ڏينهن به اچي ويو. ديوان لوڪومل اُلي جي هڪ وديوان پيدمت کي چلي واچڻ لاءِ گهرايو. پيدمت هن بالڪ جا ڳره ڏسي اچرج ۾ پئجي ويو. ورور ڏيئي پيو ديوان صاحب کي چوي ته تون آهيو اوهان، جو اهڙو اُمر ڳرهن وارو بالڪ اوهان وٽ جنمو آهي. هيءَ هڪ پورن پرش ٿيندو ۽ هو ته رڳو لوهالهي ۱۰۱ ڪلن کي تاريندو پر سن الڪ منشن جو پڻ ڪلياڻ ڪندو. جئن پيدڪلو اُپشد ۾ چاڻايل آهي :-

برهميؤت ماترپڻ ايڪو نر- شتن ڪان تاريتي.
ارٿ :- هريءَ جو ڀڳت جت جنم ٿو تري -
ڪُلن هڪسو هڪ کي مڪت ٿو ڪري
تري پاڻ سنسار ساڳر منجهان -
اَنيڪوُن پتت پيا ٿو پاوَن ڪري -

پيدمت هيلينءَ رهت چلي ٿاهي ديوان صاحب کي

پرپور ٿين ٿيون. ڪهڙي هن پرٿويءَ جي نڪر جي
وڏائي ڪجي! ديوان لوڪومل پڪيءَ طرح حيدرآباد
واڌواڻي گهٽيءَ جو رهندڙ هو پر ريلوي ۾ نوڪريءَ
سانگي الهيءَ سمي ڪئنب سميت ڪوئيٽا ۾ رهندو هو
جڏهين کين هيءَ املول لال پراپت ٿيو.
بالڪ اچڻ سان ئي پنهنجا نرالا اهڃاڻ پرگهٽ ڪيا.
چهري ۾ هيس آشچريه چمڪ، مُنهن ۾ موهيندڙ مشڪراهٽ
۽ نراڙ ۾ ڀڙڪندڙ جوت جن کي ڏسي ڏاڍي سرهائي
ٿي ٿي ۽ روم روم ٺري ٿيو.

**سڀيءَ سيني منجهان نڪتو سراسر هي سچو گوهر،**
**نه تارو يا نکتر هو مگر چوڏس جو هو چندر.**

جئن پورڻماسيءَ جي چندرما نڪرڻ سان هرهنڌ
چانڊوڪي ۽ ٺنڍڙ تڏڪار ڇانئجي ويندي آهي تئن
هن شڌ ۽ نشپاپ بالڪ جي اچڻ سان سڀني ۾ سرهائي
ڦهلجي ويئي. سندس پيشانيءَ مان ئي پڌرو هو ته هيءَ
بالڪ ڪو مٽيا وارو ٿيندو.
ديوان لوڪومل ۽ ماتا ڪيول بائيءَ کي نه اڳيئي سڌ
هئي ته اسانجي گهر ۾ ڪو ساڌارڻ بالڪ نه، پر ڪو
خود پرڀو پڌاريو آهي سي سرهائيءَ ۾ ئي نه پيا ماپن.

**پاڻ پرتپالڪ ساڪار بڻجي آيو،**
**دينن دکين جي دل جو دلدار بڻجي آيو.**
**رهبر جي ٿي ضرورت جيون کي جڏهين ازحد،**
**نرلوڪي ناٿ تڏهين اوتار ڌري آيو.**

گرڊ ر گهوٽ سمجهي ٻي گلي سان لڳايو ته ڪن وري سڏامي وانگر ڪيس سگهي سمجهي ٻي ڪيس پنهنجي آڏيتا جو احوال ٻڌايو، ڪن ٻوڪن پنهنجي يوگ آسڻ ۽ ڌارنا ڌيان اليادڪ دوارن پريو ڪي ٻي پرچايو ته ڪن گيانين وري ٻاپ ٻرهم پرميشور کي پنهنجو سروپ سمجهي منجهس استتي جو آنند ٻي اڏايو، ار ٿالسٽ جنهن سمي هر ڪنهن سڌ ساڌو، سنت پڪت، رشي مني ۽ گياني ڌ ٻاني پنهنجي پنهنجي ڀاؤ پر پرڀي ٻي پرمالما سان ڌار ڌار لمولن پر ليهن لڳايو اهڙي سمي وڪرمي سنبت ۱۹۵۳ جي تاريخ ۳ مانگهه برابر ۲ فبروري ۱۸۹۷ع پر ڪوٽيتا شهر پر سندس ٻال درشن ڏيو.

جني ڪارڻ مون، ٿي تڙ پوڇارا پوڇيا
پنير مراد ون، سي ڪي سڄڻ آيا.
(شاه صاحب)

ڪوٽيتا جو لنگر جتي جنم لڌائين ڪهڙو نه سندر ۽ سيتل أستان آهي! اهو أستان جو لدهن وقت پارس پومي جو ڳاتت اوچو ڪرڻ وارو، آنند ۽ آرام ڏيڻ وارو، سگنڌي ۽ سيتلتا جي سرچڙ کي وهائڻ وارو، اليڪ قلن ۽ ڦولن کي پنهنجي گود پر اسرائڻ وارو جتي نه ڪنهن کي اس لوڙي ليمت لپائي، نه ڪنهن کي جهولو ۽ جهڪ ستائي، جتي سرشتي جي ساج کي پسي سرچڻهار ياد اچي ٿو، من مؤج پر اچي ٻي اختيار لهي ٿو، جتي دل جا سور ۽ ڪٽيون دور ٿين ٿيون، اکون آشچرج چمتڪار سان

ميءَ ٻنائڻ. اسانجي هن اوتاري ٻالڪ سان به ساڳي ڳالهه
لاڳو ٿي. هو اهڙي ڏينهن پرگهٽ ٿيو جڏهن سياري
جي سيءَ جو سمو سماپت ٿي چڪو هو؛ پسون پکي،
وڻ ٽڻ، ماڻهو ۽ سرشٽيءَ جا پيا اڳتمت جيو پاري ۽ ٿڌ
جي وياڪلتا کان ڇڙهي چڪا هوا ۽ هر هنڌ بهاري،
تازگي، ترڙتائي، رنگيني، جهرمر، شڪتي ۽ سوپيا
پڌارجڻ جا سانباها پئي ڪيا. هيءَ اُهيءَ ڏهاڙي تي
اوتار ورتي آيو جو ڏهاڙو اسانجي شاسترن ۾ وڏي مهتو
وارو ليکيو وڃي ٿو. هيءَ اُهو سهاوڻو ڏينهن هو جنهن تي
سياري روپي راجا پنهنجو راڄ پورو ڪري راڄ جون
واڳون پنهنجي پيرڻ بسنت ديويءَ کي ڏيڻ لاءِ تيار ٿيو
۽ جو ڏينهن ڀارت ورش ۾ بسنت پنچميءَ جي نالي سان
پرسڌ آهي. اُهيءَ ڏينهن تي پرڀات جي ساتوڪ سمي
جڏهين مند مند ٿڌي هير لڳي رهي هئي ۽ سارو سنسار
شانت ديويءَ جي راڄ جي موج ماڻي رهيو هو، پرماتما
جا ايڪ پريمي پنهنجي پريتم کي پرچائي رهيا هوا؛
ڪن گورو صاحبن جي امرت ڀريل آسادي وار ڇٽي ۽
پڙهي پيي پنهنجي من کي سيتل بنايو ته ڪن وري ڪرشن
ڪنئي جو ڪيرتن ڪري پئي پنهنجي هردي کي پريم
سان پلڪت بنايو؛ ڪن اُن سرو وياپيءَ کي پنهنجي هردي
جي ڪوٺڙيءَ ۾ بند ڪري سواس سواس سان پيي سندس
نام ڌيايو ته ڪن وري رام سمجهي هنومان والگر پئي
سندس چرڻن تي سيس نوايو؛ ڪن ميران مثل ڪيس پنهنجو

# پريتم جو پرڪاش

وچن نہ وڱرڻ ڪڏهن وڃي سو- ڀاؤ پريرجي سنت ڇيوجو
جڳتپلي مستان ڦري پر- وچن نہ هرگز ڦري ڪڏهن سو۔

پلا هڪ مهاپرش جي مڪارولد مان لڪتل وچن ڪٿي ڪوڙو ٿئي. هڪ رات اوچتو ماتا ڪيول ڀائيء سپني ۾ ڏٺو تہ هڪ پرم شوڀيڪ ۽ پرڪاش ميء پرش آهي جو چئي رهيو آهي تہ:-

اي ديوي! وٺ وٺ هي پنهنجو لعل،
جو ڪندو ساري سنسار کي نهال.

اکر کلڻ تي ڏٺا ڀالهہ پنهنجي پتي ديو کي سٽاٻائين جنهن هنن جي هردن روپي مکڙين کي وڏيڪ کوليو. هاڻي هو الهيء لعل جي اچڻ جو اوسيئڙو ڪرڻ لڳا. الهيء مهتي ڪان ماتا کي هن اوتاري ٻالڪ جي اچڻ جا اهڃاڻ ڏسڻ ۾ آيا.

سنسار ۾ ڏٺو ويو آهي تہ مهاپرش پنهنجي ستوگڻي پرڀاؤ جي ڪري سياوڪ اڌرواد ۽ ساتوڪ گهڙيء ۾ منش اوتار وٺي اچن ٿا. هو اچڻئي تا پنهنجي هردي کي رام جي رنگ سان رنگي ٿا پين کي اڏجو امرت پياري جولي

گلشن بنائي ڇڏيو. گئو، سنت، گهرجائو اڻوا پيدوء کي پهرين روٽي کارائي پوء کائڻ سندن لت نيم هو لدو هو. ائين ڪندي ڪجهه ڪال لنگهي چڪو. ليت هڪ ڏينهن هنن جو هيء نشڪام يگيه ديالو ديو جي دربار ۾ اگهاڻو. جو ته گيتا ۾ ڪرشن ڀڳوان چيو آهي:-

ننا ڪرم نشڪام نشقل ٿين،
ڪڏهين نا ڪڏهين نيث پرقل ٿين؛
ڪيو قؤل گيتا ۾ گوبند اِهو،
نه شپ ڪرم ڪنهن جا اجايا وڃن.

سو هڪ ڏينهن هڪ اُم رهڻي ۽ ڪلاوارو مهاپرش هنن جي اڱڻ ۾ آيو. هن پتي پتنيء هنجو چڱو سنمان ڪيو ۽ اهڙي نه پريم ۽ شرڌا سان سندس شيوا ڪئي جو هو ڏاڍو پرسن ٿيو. رسوئي پائڻ کانپوء جڏهين هو مهاتما جي اڳيان متو ٽيڪڻ ۽ آشيرواد وٺڻ آيا ته هن کين پريم ۾ پرجي چيو ته اي پرميو! مان اوهانجي شيوا ۽ پريم کي ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيو آهيان ۽ اوهانکي آشيرواد تو ڪريان ته اوهانکي هڪ پتر سنتان ٿيندو جو نه رڳو پاڻکي ۽ پنهنجي ڪل کي تاريندو پر سنسار جي ڪئين جيون جو به اپتارو ڪندو. ائين چئي رمتو سنت رمندو رهيو ۽ هيء پريمي جوڙو آشيرواد پائي ٽڙلدو ۽ کڙلدو رهيو. کين الهيء وقت به پت هوا جن مان وڏي جو نالو هو شري وڙهومل ۽ ننڍي جو شري رامچند.

شاستر جو ياس ڪندي هئي. واٽيءَ ۾ اهڙو نه ميناح
۽ ڀل هوس جو جيڪو ڪيس ڪڏهن هو سوچاڻيندو هو نه
هن ديويءَ جا وچن اجان ٻڌان. هن ٻهنجي ڳچيءَ ۾
شيوا جو اهڙو نه سندر هار ياٽي ڇڏيو هو جو هنڪي ٻئي
هار ياڻ جي گهرج ڪانه رهي هئي. جڏهين ٻاڙبوار بون
سندس ٻرايڪار ۾ شيوا کي ڏسي ڪيس سارا عيديون
هيون لڏهين هئن کي ٻرير ۾ ٽڙت سان چولدي هئي
نه ٻينرون! مون ۾ ڪهڙي سمرلي آهي جو مان ڪجهه
ڪري سگهان؟ پرمالما، جو سڀ ڪجهه ڪرڻ ڪراڻ
وارو آهي اهو پاڻ ٻيو ڪري.

جيڪي ٻه ڪرم ڪندي هئي سي اوڏي جو اوڏي
مهل سري ڪرشن ڀڳوان جي ارپڻ ڪري ڇڏيندي
هئي. سوامي نوڏراج صاحب جن پاڻ ٻهنجي منڙي مالا
واسطي سري ٿاري لوجيوٽ ٿالي شاستر ۾ هيٺن لکيو آهي:-

پيندار هئي گٽن جو منهنجي امڙ پياري،
درياه هئي ديا جو منهنجي امڙ پياري؛
جيوت سڄي سندس هئي اُپڪار جو آڪاڙو،
گلشن هئي سخا جو منهنجي امڙ پياري.

پتي آگيا پالن ۾ ڪمير ڀڳمع جي ڏورپتني مالا لوٽيءَ
سان سندس ٻيت ڪبي نه ٻه وڏاءُ ڪونه ليندو. پتيءَ
جي شيوا هن لاءِ ايشور شيوا هوندي هئي. الهيءَ ربعه
هن ٻنهي پرلم، ميلاپ ۾ وبچار سان گرهسع آشرم کي

ڪري ڀاڻ وت پوڄڻ ڪاڻڻ لاءِ مڃائيندو. وري ايشور جي ڪرپا مٿس اهڙي جو ڪيس ڌرم پٽني جيڪا ملي هئي سا بہ سندس وڃارن واري. ڇڙڪ ڪير ڪيند ملي ويئي. اهڙو ميلاپ بہ سنسار ۾ ڏاڍو ڏکيو آهي.

جڏهين ڪرم پورب جنم جا ڪلن،
پتي پتني بئي هم خيالي بڻن؛
رهي ڌرم مرياد سان جڳ اندر،
سچو لاڀ جيوت جو هردم وٺن.

سندس ڌرم پتنيءَ جو نالو هوشريمتي ڪيول بائي. جهڙو هو سندس نالو سٺو، تهڙو هو سندس سڀاءَ موهيندڙ ۽ مٺو. ڪيول ار ڳالت شٽ. سچ پڇ هوءَ هئي بہ اوڳڻ جي ميراڻ ڪان آجي. هردي جي هئي پوتر ۽ صاف ۽ شيشي وانگر اندر باهر شفاف. سندس هردي جي ڦلواڙيءَ ۾ پراپڪار ۽ پيار، ڪلمڪتا ۽ سهن شيلتا، نمرتا ۽ ڪوملتا، ديا ۽ شيوا جا گُل سدائين ٽڙيل ڏسڻ ۾ ايندا هوا. پاڙيسرين جي پرگهور، بيمارن ۽ گهرجائن جي ٽهل ٽڪور هن لاءِ وڻندڙ وندر هئي. هوءَ سري ڪرشن ڀڳوان جي ڀڳتياڻي هئي. پتيءَ وانگر پرڀات جو اٿي سمرڻي سورپندي هئي. جڏهين پريم ۾ اچي پرڀات جي ساتوڪي سمي ۾ پرارٿنا جا شبد چوندي هئي تڏهين سندس ليٽرن مان جل جي ڌارا اچي وهندي هئي. گهر جو ڪم ڪاج لاهي پوڄارين جو سري ڀاڳوت، سري گيتا اُتوا ڪنهن ٻئي

جيتوڻيڪ پاڻ ٿاريٽ وسترن ريلوي جي نوڪريءَ ۾ چڱي عهدي تي هو جنهن ۾ مان ۾ گهڻو هولدو هوس ته به منجهس ڪو ايمان يا وڏائي ڪٿي هجي سو ٿيو نه. ڪيس پگهار ۾ چڱو ملندو هو پر اُن مان پاڻ وٽ رکو اهترو رکندو هو جنهن مان پنهنجون گهرجون سهنجائيءَ سان پوريون ڪري سگهجن. بيٺ پئسو پر اپڪار جي ڪمن ۾ لڳائيندو هو. نوڪري ڪندي ڪڏهن به رشوت جي ويجهو نه ويو. سدائين ائين چوندو هو ته:-

سچائيءَ جي ڪمائيءَ سان ڪٽنب پالن اُلر پڳتي
سچائيءَ سان اچي سيني اندر ٿي خود بخود شڪتي.

سندس جيوت جا آدرش هوا ته آبي کي لياڳي ترايمان تي گهارجي. لنڊن ۽ وڏن سان برابر ۽ آدر سان ورتاءُ. پنهنجي ڪمائيءَ مان هيڪي ٻجائي سگهجي سو سٺيد پوشن، الالن ۽ گهرجائن جي ڪتب آڻجي. نوڪريءَ ڪاڻپوءِ جو سمو بچي سو بيمارن ۽ دکين جي شيوا ۾ سٽلو ڪجي. چت سان پل پل پرمالما جو نام سمرڻ ڪجي. ڏهاڙي پرڀات جو اُٿي ڪجهه سمو ايڪانت ۾ پرارٿنا ۽ نام اپياس ۾ وليت ڪندو هو. ست سنگ ۾ ٻير سان وڃي سندس لاءِ اهڙو هو جهڙو آنيس ۾ وڃڻ. ست شيري ۾ هڪڙوئي هو. شل نه ڪيس ڪٿان ڪا سڌ پوي ته ڪو مهالما شهر ۾ پڌاريو آهي. پڌڻ کي ڏاڍيءَ اُڪر سان اوڏانهن هليو ويندو ۽ مهالما کي گهڻي پريم سان پرارٿنا



# مهاپرش جي ميا

مها پرش مهربان، من سان ٿيا جنهن منش تي
اُکہ چنبي ۾ آسيس سان، ڪن تنهنجو ڪليان
سروَ سڌيون سهجي اچي تنهنجو ڪن سنمان
بخشن سو سنتان، جو مڪت ڪري مستان ڪئين.

سچن پرش ديوان لوڪومل واڌواڻي سنڌ ديش اندر هڪ اُلر مورتي هو. هن پنهنجي جيوت پرمارت جي ڪمن ۾ اهڙي ته گهڻي ريت سڦل ڪئي جو ڪن تورن ڪي اُلهيءَ بابت سڌ هجي. هو پاڻ چوندو هو ته شيءِ ڪم اهڙو ته گهڻو گهوهه ۾ ڪجن جو ڪنهن ڪي ٻه ڪڙڪ نه پوي. جئن شاهه صاحب چيو آهي:-

" اِيين چرخو چور جئن پوڻ پڙڪو نه ٿئي
اَنٿي پهر عجيب ڪي اَدب سان ٿـي اور
ٻاهر ڏڪ م ڏور ڪَت ته ملين ڪانڌ کي."

اُنتيءَ جون ڪرياڻون ڪياڻون اُن جو ڪير ڪٿن ڪري؟ پاڻ کي پرماتر پريم جي رنگ ۾ اهڙو تہ ڪٺي رنگياڻون، جو سندن هرهڪ ناڙي ليهن جي نالي ٺٺي پيئي ۽ سندن لراڙ ۾ اوراڻي لوو اکڻ لڳو ۽ هر سمي اُترمکتا جو اُمرت پيئندا رهيا. پر خاص ڌيان رکي پنهنجي مٿين مڙلي ڪريائن ڪي اهڙو تہ لڪل رکندا هـــوا، جهڙيءَ ريت پتني ورت ناري پنهنجي انگن کي لڪل رکندي آهي.

باهر رلا رليون اندر پٽ پٽولا،
انهيءَ پر ڪاپڙي خـــدا جا گولا. (شاه صاحب)

سوامي جن کي پنهنجي ستگور ديو سوامي پرمانـــد صاحب جن جي سنگ ۾ سروپ گيان جا سنسڪار بـــہ اُتر ڪ اُيياسن جي وڪ وڌيڪ ۽ وڌيڪ وڌائيندا ويا ليڻ اُلهـــيءَ اوستا کي پهتا جتي کين ساکيات اُليؤ ٿيو تہ پرماتما پنهنجو ئي سروپ آهي ۽ ٻي ڪا وستو نہ آهي. اهڙي اليو کي پهچائي آتما ۾ استت ٿي ويا ۽ سدائين اِنهيءَ موج ۾ مگهن رهڻ لڳا. پوءِ هي جتي ڪٿي پنهن جو ئي پسارو پيا پسندا هوا ۽ سديو سهج اوستا جـــي جهوُلي ۾ پيا جهوُلندا هٿا.

منڊ ڪان ئي سوامي جن من، وچن ۽ ڪرم سان برهمچريہ ورت پوُرن ريت پاليندا پئي آيا ۽ سندن صورت مـان، سدائين جوت پيئي جلوا ڏيندي هئي. پر پرماتما کـي،

ڀيٽري ۾ هلي پرماتما کي پائڻ کان پوء ڪين ڪر آهي،
جيڪو ڪو ڪتي لياڪي وجي. مهاپرشن جا ٻه وچن آهن ته
ڪروڙن ماڻهن مان ڪو هڪڙو وچي موهن سان ملي ٿو.
ڪوٽن ۾ نانڪ ڪوئي، ناراڻ جنهن چيت.

۽ جڳت ۾ جاليندي ۽ ڪرهست ۾ گذارينديه اهڙي
پرم پد کي پراپت ڪري ۽ اُنهيءَ استت رهڻ، جنهن سوامي
جسن ڪري ڏيکاريو، سو اُنهيءَ ڪان ٻه ڪهڙو ڏکيو آهي ۽
جاڪاڻ ته سنسار روپي ٻرڪڻ واري تلاء جي هرهڪ
چاڙهي چڪڻ سان اهڙي ته چني بيٺي آهي، جو اُن تان
ڪيتري ساوڌانيءَ سان هلندي به وڏن وڏن ويرن ۽ ڏيرن،
پيرن ۽ فقيرن، جگياسين ۽ ابياسين، جتين ۽ ڳيين، سڌن ۽
سادن جو پير کسڪيو وڃي ۽ اهڙي وڃيو اولهي اوڙاهه
۾ اُنهن جنان مارڳ ۾ مولڻ ۾ حال ٿيو پوي ۽ پر سوامي
جن سڀ مشڪل مرحلا ماري، چڪڻ واريون چاڙهيون
چڙهي ۽ پرکيا ۾ پاس ٿي وڃي جوت ۾ ٻهتا.

آشا آهي ته پريمي پاٺڪن کي سوامي جن جي سرشٽ
جيوني رهبري جو ڪم ڏيندي ۽ هو اُن کي سوليون
سمجهي پنهنجي سرڌا ۽ سڪتيءَ سارو سنسار ساگر کان پار
پوڻ لاء پرشارٿ ڪندا.

ٺهلرام بصرمل

ٽارِيخ ٢٨ اپريل ١٩٥٦ پريزيڊنٽ

سوامي پوڙراج صاحب ستسنگ سڀا

ڪري پيارينداهوا پر سندن مـــن مان موھ ممتا، دليـ
دولاب، ڪام ڪروڌ، ايڪا آھنڪار جو اونداھو اوڌائي گيان
روپي ديپڪ پرجلت ڪندا هوا. ڪيترن منشن جي جيوت
۾ اهڙو ته پلٽو آندائـون جو ڪيترا ڪرڻا ۽ ڪريل، اڙ ٻنگ ۽
اُجڙيل، بيهوُدا ۽ بگڙيل، آدرش ۽ انسانيت ڪان ڪريل، لشن ۽
وشي ڀوڳن ۾ اٽڪيل پنهنجا ڪئا ڪراوُت ڇڏي شيـ مارڳ
تي هلڻ لڳا. ڪيترن جي ڪٽيلن ڪليجن کي ملي اهڙو
ته اوُجل ڪياڻون جو انهنجي ور ۽ ٺار، ٻچ ٻچ ۽ ساڻ
مولجهه ۽ ماندگائي، ليپت ۽ لڪائيءَ جي ڪٽ صفا لهي
ويئي. پرمارٿڪ لاڀ سان گڏ سندن سرپرڪ سکن جو پڻ
وڏو ويچار رکندا هوا. سنه ١٩٣٧ع کان وٺي ويندي پڇاڙيءَ
سوڌو هدن کي سندن بيمارين لاءِ دوائـون پنهنجي خرچ
تي مفت ڏيندا رهيا. هدن جـــي سرير کي رشت پشت
بنائڻ ڪارڻ ڏهاڙي پراتڪال جو پنهنجو قيمتي وقت
ڏيئي کين يوگ آسڻ، پراڻايام ۽ ڪيترين ڪثرتون سيکاريندا
هوا. سندن اهائي سکيا هوندي هئي تـــه ارٿ ۾ رهي
پرمارٿ پايو، دڪان اتوا آفيس کي شو جو مندر بڻايو،
هرهڪ گراهڪ ۽ ملڻ واري کي ايشور جو روپ جاڻي اُن
سان پريم ۽ ڏيرج سان ڳالهايو، گهر کي ٺاڪردوارو ۽ گهر
جي وڏن کي ٺاڪر سمجهي سندن شيوا ۾ چت لايو،
ننڍي سان پريم ۽ ديا سان ۽ پاڻ جيڏن سان ميناج ۽ مروت
سان هلي انهنجي دلين ۾ ديرو ڄمايو. اهڙيءَ ريت سنسار
جو سڀ ڪاروبار ڪندي ۽ سڀ ســان رهندي، ملندي

هن سوڀڪ ڳل جي سڳند وٺڻ لاءِ لعل لبن سان ڪتان
ڪتان کهي ايندا هوا ۽ جهڙيءَ ريت لالڪ مرليءَ جو مڌر
آلاپ ٻڌي سڌ ٻڌ وڃائي پريم ۾ جهُولندو آهي، تهڙيءَ
ريت پريمي جن سندن وچن جي مڌر مرلي هڪ ٽڪ
ڌيان لڳائي ويهي ٻڌندا هوا ۽ آنند جي جهُولي ۾ پيا
جهُولندا هوا. هن ڳالهه جو ڳجهه ڪهڙو هو؟ اِهو ته هو
ٻاڻ کي ٻڌ پلائي پريم ميءَ اَوستا ۾ اچي ڪٿن ڪندا هوا.
ڪڏهن ڪڏهن ته اهڙي موج ۽ مستيءَ ۾ اچي ويندا هوا
۽ سندن ورتي اهڙي ته انترمک ٿي ويندي هئي، جو
ڪٿن ڪندي ڪندي سماڌي آڪار ٿي ويندا هوا، جنهن
ڪري ٻولڻ ٻند ٿي ويندو هون. ورتيءَ کي ٻاهر آڻڻ
جي ڪيتري ڪوشش ڪندي ٻه سُرتي ڳُٽو ڪري
سماڌيءَ ۾ استٿت رهڻ پسند ڪندي هئي. سندن اِليُو
اِيتري ته اوچائيءَ تي آيل هو جو ڪتا ۾ سندن مکاروِند
مان اهڙا ته سندر ۽ سرل، مڌر ۽ موهيندڙ جملا سهج سڀاءَ
نڪرندا هوا، جو ٻڌو ڪتا ڪندڙ جيڪر اُنهڪي ٿاهڻ ۽
ٻاڻ ۾ ڪاڻي وقت ولي. سندن سمجهائي ۾ سچ پچ
ساراه جوڳي هوندي هئي. آتم گيان ۽ ٻين اهڙن ڳوڙهن ۽
گهرن مسئلن کي اهڙي ته سولي ۽ سهڻي نموني سمجهائيندا
هوا، جو سادارڻ سمجهه وارو ماڻهو ٻه سولائيءَ سان سمجهي
سگهندو هو. انهن ڪٿي چٽجي ته ودبا جي ديوي سرسوتي
سندن مک ۾ سمايل هئي.

سوامي جن سٽسنگين کي ته رکو آتم پريم جا پيالا پيئو

## مهاڳه

ڪرتار جي جوڙ جو ڪير ورڻن ڪري سگهندو؟ هتي ته هر شيءِ پنهنجي پاڻ ۾ اَمت، اَڳاڌ ۽ اَڪٿ آهي، تنهن ۾ به وري هڪ برهم ليشٽي ۽ برهم سروتري مهاپرش جي جيوليءِ جي ڪٿا لکڻ ڪيڏو نه ڪٺن آهي؟ سري گورو گرنٿ صاحب ۾ پڻ چيل آهي:—

ساڌ ڪي مهما بيدني ڪــوُن پــراني،
ناڏڪ ساڌ ڪي سوڀا پربـ مانهه سماني.

اسانجا گورو مهاراج سوامي ٻودراج صاحب جن به اهڙن مهاپرشن مان ٿيا آهن. هنن جي سچي جيوت گڻن ۽ گيان جي گوهرن سان جهنجهيل، آپي جي آيدا ڪان ٻه چتل ۽ پريم ۽ پرسنتا سان ڀرپور تيل وچنر ۽ ولکيڻ هئي. سندن اَڳاڌ آليو مهاساگر وانگر اواهو ۽ اَٿاه هو ۽ منجهس ڪنئين ملهائتا موليءِ ۽ ماڻڪ پريل هوا، جي سندن رهڻي ۽ ڪهڻيءِ مان چنيءِ ريت چمڪن پيا. ستسنگ ۾ ڪٿا ڪرڻ ٢٠ ورهين جي آوسٿا کان وٺي پڇاڙيءَ تائين سندن ڏهاڙي جــي پرمارٿڪ ڪريائن مان هڪ مکيه ڪريا هئي. سندن ڪٿيءِ جي کهڙي ڳالهه ڪجي؟ جهڙي هئي چيدي ۽ رسيلي تهڙي هئي اثرائتي ۽ روحانيت جي رنگ سان رنگيلي. اهڙي منجهس آڪرشتا سمايل هئي، جو جڻ پوئر گڻ تي خود به خود آڪرشن ٿي ايندا آهن، تئن پريمي جن بــ

ڪڍي آهن، جي جاءِ لي ئبج سنڌي ۽ هندي اکر وجهڻ سان پستڪ کي وڌيڪ شوڀيڪ ۽ رمڻيڪ بڻايو آهي. ساڻ ساڻ ڪيترين ڪارائتين صلاحن ڏيڻ ڏيڻ لاءِ به، جي سرهائيءَ سان ستڪار ڪري آهن جو لاڀ ورتو ويو آهي. مان سندس قابليت، محنت، چاهه ۽ ٻوڙن سهڪار کي ڏسي سندس آڳيان سيس جهڪايان ٿو ۽ سندس تهدل شڪرگذاري ڪريان ٿو.

مان ستسنگ سڀا جي پريزيڊنٽ ديوان ٽهلرام ٻصرمل صاحب، سيڪريٽري شري رگهومل جيوترام، شري ايسرداس ايڪومل، شري آڌارام ريواچند، شري گلاٻراءِ شامداس، شري لترمل رامچنداڻي ۽ شري جيٺانند پريمل جو به شڪرگذار آهيان، جن صاحبن مون کي جيون چرتر جي حقيقتن هٿ ڪرڻ ۾ وقت به وقت پنهنجي مدد ڪئي آهي. شري رگهومل سيڪريٽري لئهن ڪالسواءِ گهڻيئي مٺيون صلاحون ڏيندو رهيو آهي. شل ستگور ديوجن سدا سيئي لي پنهنجي مهر جو مينگهه وسائين، جئن هو پنهنجي شردا ۽ جگياسا ۾ وڌيڪ ترقي ڪري رهي ستگورن جي لڳايل ستسنگ روپ چمن جي پوکواري ڪندا اچن ۽ هن لوڪ ۽ پرلوڪ ۾ سدائين سکي رهن.

منگهارام شيوڪرام پوڄواڻي

## شڪرگذاري

مون کي نہ ڪرامت لکڻ جو آزمود و آهي نڪي اهتري علمي لياقت اٿم. مان هو لدي نہ سوامي پوڊراج صاحب ستسنگ سڀا جي منيجنگ ڪاميٽيءَ شري گورو مهاراج جن جي جيون چرتر لکڻ جو ڪم منهنجي سپرد ڪيو. ڪاميٽيءَ جي آگيا اکين تي رکي پريمي ستسنگين وٽان احوال گڏ ڪرڻ لڳس. پوءِ گورو مهاراج جن جو ڏيان ڏري ويس سندن چرتر لکندو. اُهن جي اپار ڪرپا سان ڪجهہ سمي جي اندر سمپورو ورتانت لکي پورو ڪيو اٿم. مون کي وشواس آهي تہ هيءُ جيون چرتر گرڻ گراهڪ جگياسين لاءِ رهبر ٿيندو ۽ ايڪ سنل پرش جي چت کي اٿاري ڪڙو ڪندو.

مان ديوان چنيمل ٽيڪونمل وسناڻي اڳوڻو مختيارڪار ۽ وائيس پريزيڊنٽ سوامي پوڊراج صاحب ستسنگ سڀا أصل وينل هالا پراڻا (ضلع حيدرآباد سند) هاڻي جوڌپور جو نهايت ٿورائتو آهيان، جنهن صاحب اورچائيءَ سان محنت ڪري هن پستڪ جي هرهڪ اکر ۽ هرهڪ سٽ کي بلڪل باريڪ بينيءَ سان ڏٺو ۽ ڪن ضروري هنڌن تي ٺاهيو آهي. ڪي رهيل احوال جنجي ڪيس پنهنجي سر سڏ هٿي تن جي گڏ ڻ ۽ ڪيترا پارسي ۽ اُردو اکر

جن ستسنگي ڀائرن ۽ پرامي سڄڻن سرڏا ۽ سيوا جي اُڏ ٻن تي اُلوا اُپڪار ڪ رشتي-ڏاري هن پستڪ جي ڇپائي لاءِ سهائتا ڪئي آهي، تنهن لاءِ اسين سندن گهڻو ٿو رائتا آهيون. شل پرماتما کين سدائين سکي رکي ۽ اڳڙو پاءِ مڇهن وڌيڪ ۽ وڌيڪ ڀري.

پيارڙيءَ پر اسان جي پرمي پالڪن کي پرارٿنا آهي ته گرنٿ گراهڪ ورليءَ سان هن پستڪ کي پڙهي سوامي جن جي گڻن کي هردي ۾ وسائڻ سان پنهنجو جيون جولي مٿ نٿائين ۽ حياتيءَ جو سچو سک پراپت ڪن.

ٿهلرام ڀصرمل آسواڻي رگهومل جيوترام ڀروڻاڻي
پريزيڊنٽ سيڪريٽري

پڙن وشواس ڪي اسين داد ڏيڻ کان سواءِ رهي
سگهون ٿا جنهن پريم، شرڌا ۽ اورچائيءَ سان هن هم
پستڪ تمام وٽندڙ لهواي ۾ اڳئين تيار ڪيو آهي، تنهدا
اسين سيڻي ستسنگين جي پاران سندس دل سان شڪ
آدائي ڪريون ٿا.

گڏوگڏ شري چيتمل نينو مل وسنانيءَ جا ٿورا ڳائڻا
آهيون، جنهن ڀاءُ شري منگهارام جي جيون چرتر ڏانهن
ڏيڻ ڪالپوءِ اُن کي اولهي خوض ۽ خيال سان ڏسي ڪئي
ڪئي قيريون ڦاروڻ ڪرڻ ۽ ايڪ ڪارائيون صلاحون
ڏيڻ سان پستڪ کي وڌيڪ سندر ۽ رمڻيڪ بڻائڻ ۾
چڱي هٿي ڏني آهي. اُن ڪالپوءِ پستڪ کي صاف اکرن
۾ نقل ڪري ڇپائڻ ۽ جلد ٻڌائڻ جو ڪم هنجي حوالي
ڪيو ويو، جو سمورو ڪم پروف ڏسڻ، ٻالاڪ هٿ
ڪرڻ ۽ ٺهرائڻ ۽ ڇپائيءَ جي خرچ لاءِ سهائتا گڏ ڪرڻ
جي ڪم سميت هن گهڻي پريم ۽ دل لڳيءَ سان ڪيو آهي،
جنهنڪري هيءُ پستڪ هن روپ ۾ لوڪن جي اڳيان
آيو آهي. ائين چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ نه ٿيندو ته جيڪڏهين هو
هن ڪم لاءِ ايترو چاهه ڏيکاري اڳڀرو ادم ۽ اورچائي نه
ڪري ها ته هيءُ پستڪ ايترو جلد شايع نه ٿي سگهي ها.

ستگورن در وينتي آهي ته هنن پيارن تي پنهنجي
ڪرپا ڪري کين پنهنجي چرڻن جو ڌيان بخشين ۽ پنهن
جي شيوا ۾ سدائين رتل رکن.

### ڏنيواد

سنڌ جي ڪيترن ستسنگين جي گهڻي سمي کان اها اُڪنٺا هئي ته ڪو اهڙو پاڪوان ۽ شرڌالو پاڻ ستسنگين منجهان نڪري جو سوامي ٽيوترام صاحب جن جي اپديش لائق گفتن ۽ وچنن ليلائن وغيره گڏن کي ڪٺو ڪري ڇپوائي ساکي روپ ستسنگ جي روپ ۾ آڻي. هن باري ۾ ڀاڳيا ڪرڻ سان ٻڌو پيو ته سوامي جن جو سچو ۽ سرڌالو سيوڪ سري منگهارام شيوڪرام پوجواڻي (مستان) اصل وينل متياري (ضلع حيدرآباد سنڌ) هاڻي رتلام ۾ ڪم لاءِ لمار ڪارائتو ليندو، جو هن جو آنيتو دليل آهي ۽ سنڌس لکڻي سنڌر ۽ رسيلي آهي ۽ ڪولا جهڙو جاٿو آهي. انهي معلوم ڪري ستسنگ سڀا جي مئنيجنگ ڪاميٽيءَ هن شب ڪار جي پوري ڪرڻ لاءِ هنکي پڙهن ڪيهه ٻوڪيه سمجهي مٿس اها شيوا مٿر ڪئي، جنهن سرشاني سان سئيڪار ڪئي. اڄ سڀني ستسنگين جي اها چاهنا پوري ٿيل ڏسي گهڻي پرسنتا وچان ڪي وائاٻون ڏيندي پڌرو ٿو ڪجي ته اسان جي پياري ستسنگي ستح شري منگهارام گهڻي پاڻ ۾ پرڃي ٻيهنجي انيڪ متنعه ۽ چشاڪشيءَ سان سوامي جن جو جيون چرتر لکڻ سيٺي، سرل ۽ سرلي ٻولي ۾ تيار ڪري اسان جي اڳيان رکيو آهي. سنڌس اهڙي ٿور پڪي، اُن شيوا ۽

ॐ

سري ستگور ديواء نمه

# * منگلاچرن *

اي سرو شڪتين جا ڀنڊار، اي سرو شرشٽيءَ جا آد، مڌيه، انت ۽ آڌار پرم پرهم پرماتما! اوهانکي منهنجي وار وار نمسڪار آهي.

اي مها پورن ۾ پورڻ، اي سڀ ۾ وياپڪ ۽ سڀ کان سنتنتر پرڀو! منهنجي اوهانکي وار وار نمسڪار آهي.

اي آنند جي ورشا وسائڻ وارا، اي اک چنبي ۾ آواگون جي چڪر کي چڪچور ڪرڻ وارا ترلوڪي ناٿ! منهنجي اوهانکي وار وار نمسڪار آهي.

اي پريم جا ڀنڊار! اوهانجي سمرڻ ڪرڻ سان هردي ۾ اهو پريم پيدا ٿئي ٿو جنهنجي اڳيان خود امرت به ڦڪو پئجو لڳي.

اي پرڪاش جا اکٽ ڀنڊار! اوهانجي پرڪاش پورڻ ٿي اندر واري اکه کليو پوي، پرم روپي ڪڪر پڇيو وڃن، مايا روپي رات سماپت ٿيو وڃي ۽ هڪ مها مورکه به گياني بڻجيو پوي.

اوهانجو امرت مئه آڌار وٺي چندرما سرشٽيءَ کي سيتل ڪري رهيو آهي. اوهانجي اکه مان پورڻ تيج وٺي سورج سنسار کي سوجهرو دان ڪري رهيو آهي. اوهان مان ئي ساگر ۾ جل، وايو ۾ بل ۽ آڪاش ۾ اپڊو ڦهلاءُ اچي رهيو آهي.

# وشيہ سوچي

وشيہ جو نالو

( ٦ )

انيڪن جا ستگور ڪـو سڏڙا اونايا
هزارين پتت ديـن پاوَن بنـايـا
لکن جـا ڪيء لعل لا يـا سڃايـا
ريا وِرسجي جيڪي در تنهنجي آيا
ڪروڙن جا ڪارج چڙيا تو سنواري
سري پوڙراڃا مان تنهنجي پناري.

( ٧ )

اچ به آهين حاضر سدائين سـلامت
سدا جاري تنهنجي رهي ٿي سخاوت
بريمين سان پنهنجي ڪرين نت حمايت
ڪٽين تن جا ڏڪ درد اونا ء آفت
لڳائين أنهنجي تون بيڙي ڪناري
سري پوڙراڃا مان تنهنجي پناري.

( ٨ )

اي ستگور سچا تون سدائين ديال
گجهو ناهي هستان جـو توکان حال
نہ ڏس ڏوه ذاتو ڪجان پنهنجو پال
ڏجان ڏيان پنهنجو اچي انت ڪال
ڪري مهر مـوهن چڙج ڪار تـاري
سري پوڙراڃا مان تنهنجي پناري.

( ٣ )

جــڳت جــي اُڌارڻ لئہ آئين هتي
جــپــڻ ۽ جــپــائڻ لئہ آئين هتي
گنــگا گيـــان واهـــڻ لئہ آئين هتي
سڪا سـبـز ناهـــڻ لئہ آئين هتي
ٿي سنڌڙي سچي توکي ساجن سنڀاري
سري ٻوڏراجا مان تنهنجي پناري.

( ۴ )

گرهستين ۾ پـــورڻ گرهستي بڻين
۽ يـوڳين ۾ سنڌ ر تون يوڳي بڻين
تياڳين ۾ اوچو تون تياڳـــي بڻين
سچو سانگہ هرڪنهن ۾ سانگي بڻين
اڄ بہ هرڪو شرڌا سان توڏي نهاري
سري ٻوڏراجا مان تنهنجي پناري.

( ۵ )

اَڏ يــنــن آڙ يـن توکـــي آڌار بڻايو
دکين دردمـنـدن تـو دلبر بڻايو
جگياسين سچو توکـي ستـگور بڻايو
هتي هُنَ جو راکـو ۽ رهـبـر بڻايو
سنواريا سڀئي تو لڳا جيکي لاڙي
سري ٻوڏراجا مان تنهنجي پناري.

• اوم •

# مداح سوامي ٻوڌراج صاحب

(١)

اي اوچا تون اوچائي آئين ڪٽي
تئين شهر ڪوئيٽا ۾ پرگهٽ ڏٺي
سنڌين ۾ جنم تو ورتو ويو وٺي
وئين شان پارت جو اوچو بڻي
نر آڪار مان آئين ساڪار ڌاري
سري ٻوڌراجا مان تنهنجي پناري.

(٢)

نندي ڪان تو پنهنجا ڪيا کيل جاري
رکيئه چال چلگت سين ڪان نياري
ٻوان ڍرش نرمل ڏنئه تي ڌهاڙي
ڏسڻ سان ٿي هرڪنهن توتي هرڪه هاري
ڇڏيو ٻريم پنهنجو تو سڀ ۾ پساري
سري ٻوڌراجا مان تنهنجي پناري.

* اوم *

# سوامي ٻوڌ راج

برهم جا برجنس ها آڪار سوامي ٻوڌ راج
پاڻ پنهنجو هئا آڌار سوامي ٻوڌ راج
١. سڀ ڪي سورج جيان ڏنائون سوجهرو سڪم ڏي سدا
پرتيت جي دوش ڪان ها ڌار سوامي ٻوڌ راج
٢. ها مهاساگر مثل گهرا ڪشادا پر مٺا
بي بها رتنن جو ها ڀنڊار سوامي ٻوڌ راج
٣. مات گنگا جي مثل پوتر، سچند ۽ صاف ها
پاپين جي پاپ جا سنگهار سوامي ٻوڌ راج
٤. سم نظر نروير، نرڀئه ۽ اسنگم آزاد ها
نت نجانند ۾ هئا سرشار سوامي ٻوڌ راج
٥. راه رلين جا ها رهبر ۽ اناٿن جا اجها
دين دکين جا هئا دلدار سوامي ٻوڌ راج
٦. نام هت سنسنگم جو تن عام لئه کولي ڇڏيو
روڳي تن من جا نوارڻ هار سوامي ٻوڌ راج
٧. جن ڌري من ۾ مٺي مسڪان مورت تن سندي
مڪت جا تن لئه سچا داتار سوامي ٻوڌ راج



سنت سري ١٠٨ سوامي اوڌوراج صاحب



سمت سري ١٠٨ سوامي پرمانند صاحب چداڪاشي

# سوامي ..، رمانند

باغ دنيا ملجهه گل بي خار سوامي پرمانند
لت نشي حق جي ۾ هئا سرشار سوامي پرمانند
۱. هرمنش کي پنهنجو انگ سمجهي کيائون ٿي ترب
دردمندن جا هئا دلدار سوامي پرمانند
۲. هئا مثل درياء جي گهرا کشادا پاڪ دل
پاپين کي پڻ ڪندا هئا پيار سوامي پرمانند
۳. پاڻ هئا پنهنجي عزت ء پاڻ دولت پاڻ لاء
ڪانه رکندا ڪا هئا درڪار سوامي پرماناد
۴. سرنٺو، سرچت سداء غير جلن آزاد دل
هئا دنيا ۾، پر دنيا کان ڌار سوامي پرمانند
۵. خيال اعليٰ، چال اعليٰ، حوصلو اعليٰ دماغ
حال هرکنهن ۾ هئا گلزار سوامي پرمانند
۶. بي اجهي، بي اوٽ جڳ ۾ سچ مثل روشن رهيا
پاڻ پنهنجو پاڻ هئا آڌار سوامي پرمانند
۷. ۽ و ڏ قدرت جي هئا صورت سراسر شهنشاه
حق حقيقي خود هئا نروار سوامي پرمانند

* اوم *

# سوامي هيمراج

منش چولي ۾ سچا اوتار سوامي هيمراج
رنگ ۾ بي رنگ جا ديدار سوامي هيمراج
١. هوا چداڪاشي چمن جا پيشوا ۽ باغبان
ست ڌرم جا ها سچا آڪار سوامي هيمراج
٢. گيان جي پرڪاش سان نت سج مثل روشن هوا
اوچ آنيو جا پريل پنڊار سوامي هيمراج
٣. نت نجانند جو هو نرمل تن جي نيڻن ۾ نشو
پنهنجي نج مستيءَ ۾ ها متوار سوامي هيمراج
٤. صاف دل، نرموه، نرڀئه نت رهيا نشڪام سي
سمدرشٽ جي سيج تي ها سوار سوامي هيمراج
٥. هو هماچل جي مثل تن جو همٿ ۽ حوصلو
گردشن ۾ پڻ هئا گلزار سوامي هيمراج
٦. چا نه واڻي هئي رسيلي چا نه هو تنهنجو اثر
سچ پڇو امرت سان ها تمتار سوامي هيمراج
٧. هئي ڪرورڙها چقمقن جي تنجي لڪٽيءَ ۾ ڪشش
سرستيءَ جا ها سچا سردار سوامي هيمراج
٨. ٿي مليا سڀ سان رليا نت ڪنول جئن مستان سي
هئا جڳت جل ۾ مگر ها ڌار سوامي هيمراج.



سنت سري ١٠٨ سوامي هيمراج صاحب چداڪاشي

ارپڻ توکريان

# هي پوتر پستڪ

گهڻي پريم ۽ شردا سان

پنهنجي پرم پوجنيہ سري ستگورديو جي مهاراج

سوامي هيمراج صاحب، سوامي پرمانند صاحب

— ۽ —

سوامي ٻوڌراج صاحب جن جي

پوتر چرن ڪملن ۾

داس منگهارام شيوڪرام "مستان"



# جيون چرتر
ست سري مهاراج
# سوامي ٻوڌراج صاحب

ليکڪ

منگهارام شيوڪرام ٻوجواڻي

"مستان"

پرڪاشڪ

سوامي ٻوڌراج صاحب ست سنگم سڀا

ڪاري ڪوهي، اجمير

---

جاد ١٢٥٠]   پيئنا ٠-٢-١ روپيه   [دفع پهريون

١٩٥٦